# مهاڳ

**"ڏور ٻه اوڏا سپرين"** اسان جون ويڊيو- اسڪرپٽ آهن. هن کان اڳ ۾، اسان ڪن نامور هستين تي اهڙيون اسڪرپٽس لکيون آهن جي اڃا تائين پردي تي پيش نه ٿيون آهن پر عام اڳيان ڪتابي صورت ۾ ظاهر ٿيون آهن ۽ ڪافي مقبوليت حاصل ڪئي اٿن.

اسان هن ۾ به اڳيون سلسلو قائم رکيو آهي. هن رچنا ۾ ٻه اسڪرپٽس آهن. پهرين اسڪرپٽ شاهه ڀٽائيءَ جي زندگي ۽ سندس سيرِ سياحت جي نسبت آهي. موزون هنڌن تي شاهه صاحب جي ڪلام مان مثال پڻ پيش ڪيا ويا آهن. جوڳين جي صحبت ۾ سندس قلب ڪيئن روشن ٿي ڪيميا جي صورت ورتي، سا ساڻس ڪيل سنياسين جي گفتار مان ظاهر آهي.

**"ڏور ٻه اوڏا سپرين"** ۾ اسان شاهه جي حياتيءَ جي هڪ اڻ ڇهيل باب کي کوليو آهي، جنهن جي اپٽار اسان جي سنڌي عالمن خير ڪا ڪئي آهي. شاهه صاحب هنگلاج ڏانهن ويندي سڄا سارا ٽي سال جوڳين جي سنگ ۾ رهيو. اسين سمجهون ٿا ته اهو عرصو شاهه جي حياتيءَ جو هڪ اهم ترين عرصو آهي، جنهن شاهه کي ٿاهيو، ٺپيو ۽ نکاريو.

ٻي اسڪرپٽ **"لڙڪ نه لکڻ ڏين"** ۾ شيخ اياز جي حياتيءَ جي ڪن ورقن کي ورايو ويو آهي. شيخ اياز پوري زندگي گذاري. زندگيءَ ۾ انيڪ لاهيون چاڙهيون ڏٺيون. اياز جي اندر ۾ سنڌين لاءِ بي پناهه محبت هئي. ورهاڱي کي هن هڪ بد نماداغ ڪوٺيو آهي. چوي ٿو: جن آزاديءَ لاءِ خون وهايو، اُنهن کي ئي پنهنجي اکين سان آزاديءَ جو اهو حشر ڏسڻو پيو... اسان جي پيڙهيءَ اهو هڪ وڏو گناهه ڪيو آهي.

# ڏور ٻہ اوڏا سپرين

(وڊيو فلم اسڪرپٽ)

منوهر - جگديش

ڇاپو پهريون: 2002ع

ويڻا پبليڪيشن
G-2، راجيو اپارٽمينٽ
گول ميدان، الهاسنگر 421001
فون: 95-251-2540103

# DUR BI ODA SUPRIN

(Video Film Scripts)

Authors : Manohar Bedi - Jagdish Lachhani
Year : 2002
Price : Rs. 90/- Only

Cover Design : Ram Lalchandani
Printer : 212, Allied Industrial Estate,
Mahim, Mumbai - 400 016.
Tel.: 24464134 - 24465972

Publishers: VEENA PUBLICATION
G-2, Rajiv Apartment
Gol Maidan, Ulhasnagar-421001 (India)
Tel:95-251-2540103.
(Part assistance received from IndusInd Foundation)

تين اسڪرپٽ آهي **”ايندو ڪونه وري تاجل آ!“** جيڪا تاجل بيوس جي حياتي، ڪلام ۽ تخليقي تصورات سان وابسته آهي. تاجل منهنجو يار آهي، ڀاءُ آهي. تاجل جي حياتي بيحد دلچسپ ۽ ناٽڪي عناصرن سان ڀرِ آهي. هو زندگيءَ سان وڙهي اڳتي وڌيو آهي. هو بيحد اورچ ۽ محنتي اِنسان آهي. جيڪي ڪم ڪٽندو، پورو اوَس ڪندو، پوءِ ڀلي ڪيترين ئي مشڪلاتن کي منهن ڇو نه ڏيڻو پويس.

تاجل بيوس جي حياتيءَ جا ڪيترا واقعا بذات خود ۾ بيحد دلچسپ ۽ افساني جيان ئي پُرُ اثر آهن. تاجل پنهنجو ننڍپڻ بيحد غربت ۾ گذاريو پر هو اڳتي وڌيو پنهنجي محنت، جفاڪشي ۽ لياقت سان. هن جي ان ڳڻ مونکي بيحد متاثر ڪيو آهي. ادب ۾ به هن جو اعليٰ مقام آهي. هيءَ اسڪرپٽ ڪافي اڳ جي لکيل آهي پر روشنيءَ ۾ هينئر پيئي اچي. بس، هاڻي انهن ٻن لفظن سان مان الڳ پيو ٿيان، ۽ ڪتاب پاٺڪن جي اڳيان پيو اچي.

**ڊاڪٽر جگديش لڇاڻي**

4 ڊسمبر 2002ع

(هڪ وڏو سائو پڻ وچ مان ان طرح ڪٽيل آهي، جو بئڪ گرائونڊ مان آسمان الله لفظ ٺاهي رهيو آهي.)

**مرداڻو آواز:** سنڌ جي عظيم ترين شاعر شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو تڙ ڏاڏو شاهه عبدالڪريم بلڙيءَ وارو هڪ دفعي نون حالن ڪان ٻه ڪوه پري ڪراڙ ڍنڍ پرسان لنگهي رهيو هو. آس پاس واريءَ جا دڙا هئا....

(شاهه عبدالڪريم بلڙيءَ وارو، واريءَ جي دڙي جي پرسان لنگهي رهيو آهي. ڪراڙ ڍنڍ ۾ ڪنهن ڪنهن وقت هوا لهرون پيدا ڪري رهي آهي. ٻيءَ حالت ۾ پاڻي شانت آهي.

آس پاس جي زمين تي ڪجهه پکي ۽ اُنهن جا آواز ٻڌڻ ۾ پيا اچن. پري پري تائين واري ئي واري ڦهليل آهي. اوچتو هوا جي رفتار ڪجهه تيز ٿيندي ٿي وڃي ۽ آسمان لٽجي وڃي ٿو. شاهه عبدالڪريم بلڙيءَ وارو آسمان ڏانهن نهاري ٿو ۽ ريتيءَ ڪان منهن ۽ اکين کي بچائڻ لاءِ پٽڪي جو ڇوڙ ڪڍي ٿو منهن تي وجهي ۽ آهستي آهستي اڳيان وڌي ٿو. اوچتو اذان جو آواز ڇڻ هوائن تي ترندو ترندو سڄي ماحول تي ڇانئجي وڃي ٿو:)

الله اڪبر، الله اڪبر، الله اڪبر، الله اڪبر

(شاهه عبدالڪريم بلڙيءَ وارو ڪعبہ شريف ڏانهن منهن ڪري سعادت مندانہ انداز ۾ بيٺو آهي. هو ڪجهه دير آهستي آهستي چپن ۾ الله اڪبر، الله اڪبر پڙهي ٿو.

الله اڪبر چئي، هو پنهنجي ٻنهي هٿن کي ڪنن تائين آڻي ٿو ۽ پوءِ دن ڪان ڪجهه هيٺ، کابي هٿ جي مٿان ساڄو هٿ رکي ٿو ۽ هيٺان کابي هٿ کي پڪڙي ٿو. هو نماز ادا ڪرڻ لاءِ بلڪل تيار آهي. ماحول ۾ ثنا جي گونج:)

**ثنا:** تنهنجي پاڪيزگيءَ سان، اي الله، منهنجي دل توکي ياد ٿي ڪري ۽ تنهنجي تعريف سان گڏ مبارڪ نالو آهي

تنهنجو ۽ بلند آهي تنهنجو شان ۽ توکان سواءِ بيو ڪوئي معبود نآهي.

(الله اڪبر جو پڙاڏو جڻ تہ هرهنڌ گونججي رهيو آهي. ڪراڙ ڍنڍ. واريءَ جا دڙا. آسمان. شاه عبدالڪريم هڪ واريءَ جي دڙي جي پرسان بيٺو آهي. هن جي سامهون ڪجھ الله لوڪ فقير ۽ صوفي لاڪوفي بيٺا آهن.)

**شاه عبدالڪريم:** الله لوڪو!

الله اڪبر جو پڙاڏو جڻ تہ هرهنڌ گونجي رهيو آهي. ڪراڙ ڍنڍ، واريءَ جا دڙا. آسمان. شاه عبدالڪريم هڪ واريءَ جي دڙي جي پرسان بيٺو آهي. هن جي سامهون ڪجھ الله لوڪ فقير ۽ صوفي لاڪوفي بيٺا آهن)

**شاه عبدالڪريم:** الله لوڪو! فقيرو! صوفيو! هوُ سامهون وارو واريءَ جو دڙو ڏسو ٿا نہ؟ انهيءَ دڙي جي پرسان اسان نماز پڙهي هئي.... (ڪجھ دير دڙي ڏانهن نهاري ٿو:)

.... اسان جي اؤلاد مان هڪ ولي ۽ وڏو شاعر هن هنڌ پنهنجو آستان جوڙيندو.

(شاه عبدالڪريم جون اکيون! اُهي جڻ مستقبل ڪي صاف صاف ڏسي ۽ پڙهي رهيون آهن.)

**(واريءَ جا دڙا.)**

آواز: شاه عبدالڪريم بلڙيءَ واري جي اِها پيشينگوئي لفظ بہ لفظ سچ ثابت ٿي. پر چڱي عرصي کان پوءِ. جڏهن سنہ 1689ع ۾، ڪلهوڙن جي صاحبيءَ ۾، حيدرآباد ضلعي جي هالا تعلقي ۾، شاه عبداللطيف ڀٽائي جو جنم ٿيو.... شاه عبداللطيف ڀٽائي، سنڌ جو وڏي ۾ وڏو شاعر ۽ دنيا جي عظيم ترين شاعرن مان هڪ! شاه عبدالڪريم جي اِها پيشينگوئي ان وقت سچي ثابت ٿي جڏهن سندس تڙ پوٽي شاه عبداللطيف خلوت پسنديءَ جي لحاظ کان،

ڪوٺڙي جڏي ئيڪ اُنهيءَ جاءِ تي اچي پنهنجن فقيرن، صوفين لاقوفين سان گڏ واريءَ جي دڙي مٿان چيڪي مٽي وجهي پنهنجي لاءِ هڪ جهوپڙو اڏيو. هڪ ننڍڙي مسجد. آبي سيد حبيب شاهه ۽ امڙ لاءِ حويلي. فقيرن ۽ صوفين لاءِ مقرر حدون. اِهو هو ڀٽ جو اصلوڪو روپ...

وقت بدلجندو رهيو ۽ ان سان گڏ ڀٽ جو روپ رنگ پڻ تبديل ٿيندو رهيو...

(چيڪي مٽيءَ جو جهوپڙو بدلجي سادي سودي ڀٽ جي شڪل اختيار تو ڪري ۽.... پوءِ.... موجوده ڀٽ اُيري تي اچي. ماحول وجدانہ موسيقيءَ سان پريو پيو آهي. آحاطي ۾ فقيرشاهه جي وائي ڳائي رهيا آهن. تن بدن کان بيخبر، وجدانہ حالت ۾. ڄڻ ڪنهن ٻيءَ دنيا سان جڙيا پيا آهن.)

**وائي:** معلوُم حال حبيب!

مون کي دَردُ قديِمي، وو!
درد جديِدَي، حُبَ حبيبي
آلوديِ آزار ڪان، تو لءِ ٿِيسن، طبيب!
درد جديدي، حب حبيبي!
شادي ڏئين صحت جي، غمي لاهِ، غَريبَ!
درد جديدي، حب حبيبي!
آهِئان تي آهوُن ڪريان، نعرو مَنجهہ نصيب!
درد جديدي، حب حبيبي!
ڪاهِلِ آهيان ڪوڙي، رسي لاهِ، رقيبَ!
درد جديدي، حب حبيبي!
حاذقُ آهئين هِن جو، آچِن شال، عجيبَ!
دردِ جديدي، حب حبيبي!
دوا آهئين دِلِ جي، ٻاچ ٻاچ رهيس طبيب
درد جديدي، حب حبيبي!
آلا! عبداللطيف ڪي، ڪوڙي لاءِ، قَريبَ!

درد جديدي، حب حبيبي!

(سر سسئي آبري)

(شاه جي پٽ جا فقير وائي اهڙي تلفظ ۾ ڳائين ٿا جو شايد ئي ڪنهن کي چڱيءَ طرح سمجهه ۾ اچي. پر ڳائڻ جو نوع اهڙو ته دلسوز ۽ درديلو اٿن جو درد جي تصوير اکين جي سامهون اُڀري ٿي بيهي. دلسوز موسيقي ماحول کي لرزائي رهي آهي.)

”**شاه جو رسالو» جو ڪلوز - اپ**

پنا اُٿلائجندا وڃن ٿا.

هڪ صفحي تي لکيل آهي:

**سوانح عمري**

۽

**سيرو سفر**

(بئڪ گرائونڊ ۾ **شاه** جي تصوير. اکين جو ڪلوز - اپ.)

**وائي ڳوٺ / آخوند نورمحمد ڀٽيءَ جو گهرو مدرسو/ اندر / ڏينهن**

پنجن ڇهن سالن جي ٻالڪ شاه عبداللطيف جون معصوم اکيون. ڪئميرا جي پل بئڪ ڪرڻ تي اسان ڏسون ٿا ته وائي ڳوٺ جي مشهور عالم آخوند نورمحمد ڀٽيءَ جي گهرو مدرسي واري صفحي جي وچ ۾ ٻالڪ لطيف کي هٿ کان پڪڙي هڪ ماڻهو بيٺو آهي. سامهون ڪاٺ جي چوڙس منجيءَ تي نور محمد ويٺو آهي:

**ماڻهو**: سائين، شاه حبيب صاحب سلام مڪو اٿو.

**نورمحمد**: اچ ابا، ويٺو اچ. هيءُ ٻار ته شايد....

(ان وچ ۾ اهو ماڻهو نور محمد جي اڳيان اچي هن جي

پيرن پرسان ويھي تو رھي. ٻالڪ شاھ لطيف ھڪ طرف ادب سان ويٺو آھي.)

**ماڻھو**: ھائو سائين، ھي ٻار اٿو شاھ حبيب جو نور نظر لطيف... شاھ صاحب جي مرضي آھي تہ سندن جگر جي ٽڪري کي وائي ڳوٺ جو مشھور عالم فاضل سائين آخوندنورمحمد ئي دنيوي علم عطا ڪري.

**نور محمد**: اِھا شاھ صاحب جي وڏي قدر شناسي ۽ عزت افزائي آھي جو ھو آسان جھڙي ناچيز کي ان لائق سمجھن ٿا....
(نور محمد شاھ لطيف کي پيار سان ھٿ کان پڪڙي پنھنجي ويجھو آڻي ٿو. مٿي تي ھٿ گھمائيس ٿو. لطيف جي چپن تي معصوميت ڀري مرڪ آھي.)

**نورمحمد**: پٽ، تنھنجو نالو ڇا آھي؟

**شاھ**: لطيف - عبدل لطيف...

**نورمحمد**: ٻچا، چؤ الف....

**شاھ**: الف.

**نورمحمد**: چؤ بي...

**شاھ**: بي وري ڇا جي؟ الف کان پوءِ تہ ٻيو ڪجھ آھي ئي ڪونہ.
(نور محمد کان ھلڪو ڇرڪ نڪري ٿو وڃي. ھڪ پل لاءِ ھن جي چھري تي عجب جا نشان نمودار ٿين ٿا. پوءِ ھو شاھ جي اکين ڏانھن نھاري ٿو. شاھ ھن جي اکين ڏانھن اول ئي نھاري رھيو آھي. ٻنھي جون نظرون ملن ٿيون. ڪجھ دير مليون ئي رھن ٿيون. نياڻپن جي اڇ وڇ ٿئي ٿي. پوءِ نور محمد ھلڪي مرڪ مرڪندي ڪٽي ٿو اکيون ھيٺ ڪري. ان وقت ماحول مان ھلڪي مردانٽي آواز ۾ ھيٺ ڏنل بيت اوور لئپ ڪن ٿا.)

بيت: اکر پڙھ الِفَ جو، ورق سڀِ وسارِ،
اندرُ تون اُجار، پنا پڙھندہ ڪيترا.

(ڏيمو سنگيت)

ھلائج ھيين ۾، الفُ سندي اوڙَ،

تہ ڪتابن جي ڪوڙ،
منجهائي معلوم ٿئي.

(سريمن ڪلياڻ)

**نورمحمد**: آبا، توں پنهنجي حق تي آهين.

**شاه حبيب جي گهر جو ڪمرو/ اندر/ ڏينهن**

(شاه حبيب جي چهري جو ڪلوز - اپ)

**شاه حبيب**: توں بيشڪ حق تي آهين. اول ۽ آخر الف ۽ فقط الف ئي آهي.

(شاه حبيب پٽ ڪي ياڪر ۾ يري بينو آهي.)

**شاه حبيب**: پٽ، انهيءَ مام جي مون کي پروڙ آهي. پر دنيا جي ريت نباهڻ لاءِ، ظاهري علم ضروري آهي.

(پيءُ ۽ پٽ جون پاڻ ۾ نظرون ملن ٿيون.)

**شاه حبيب**: مان اعتقاد سان چئي ٿو سگهان تہ توکي پڻ لدني علم جي تحصيل آهي... عام ماڻهن کي اها خبر ڪانہ هوندي آهي.

**ڪوٺڙي/ شاه حبيب جي اوطاق/ اندر/ ڏينهن**

(ڪئميرا ڪلوز شاه حبيب جي چهري تي. هو ڪجھ بيمار لڳي رهيو آهي. هو ڪنهن سان ڳالهائي رهيو آهي.)

**شاه حبيب**: ميان، اسان کي هلڻ ۾ تہ نہ عار آهي نہ اعتراض. پر اڄ طبيعت ذرا ناساز آهي. ڪيڏانهن وڃڻ تي نہ دل تي ٿئي ۽ نہ وري بدن ۾ طاقت ئي تي محسوس ڪجي.

(ڪئميرا پل بئڪ ڪري ٿي ۽ اسان ڏسون ٿا تہ شاه حبيب پنهنجي گهر جي منڍ ۾ اڏيل اوطاق ۾ ڪاٺ جي مسند تي طول وهاڻي جي سهاري ليٽيو پيو آهي. عمر پنجاه کن سالن جي اردگرد اٿس. سلوار ۽ قميض ۾ ملبوس. سندس پڳڙي مسند تي ڪنڌ ڪان پئي آهي. هو گماشتو لڳندڙ هڪ ماڻهوءَ سان ڳالهائي رهيو آهي؛ جيڪو ادب سان مسند جي پاسي

۾ بيٺو هو.)

**گماشتو:** سائين، منهنجي مالڪ مرزا مغل بيگ صاحب جو توهان ۾ ڪامل ويساهه آهي. توهان کان سواءِ هو صاحب دعا ڏيڻ لاءِ ڪنهن کي گهر گهرائيندا ئي ڪونه آهن. توهان ڪامل مرشد آهيو ۽ سوال مرزا صاحب جي نياڻيءَ آئشه جو آهي. ويچاري بيماريءَ سبب بيحال پئي آهي.

**شاهه حبيب:** ادا، اسان ته هميشه کان سائين مرزا جي اڏ سڏ تي اچي حاضر ٿيندا آهيون. پر اڄ اسان بلڪل لاچار آهيون. ٻٽ مان بيزار ۽ زندگيءَ مان ڪڪ لڳا پيا آهيون...

**گماشتو:** (هٿ جوڙي) سائين....

**شاهه حبيب:** (گماشتي کي وچ ۾ ڪٽي) پر اسان مرزا صاحب کي انڪار به نه ٿا ڪري سگهون.... اسان پنهنجي لاڏلي ۽ نوراني فرزند شاهه عبداللطيف کي موڪلي رهيا آهيون...

(گماشتو شاهه حبيب ڏانهن ان طرح نهاري ٿو ڄڻ ڪجهه چوڻ چاهيندو هجي پر پوءِ هڪدم پاڻ کي روڪي ٿو وٺي.)

**شاهه حبيب:** (ڪجهه زور سان) نورا - ميان نورا آ آ آ....

(شاهه حبيب جو خدمتگار نورو اوطاق ۾ داخل ٿئي ٿو.)

**شاهه حبيب:** پٽ نورا، لطيف آهي اندر؟

**نورو:** هائو سائين، ننڍو شاهه صاحب اندر ويٺو آهي. ڪجهه پڙهي رهيو آهي.

**شاهه حبيب:** پڙهندو هوندو پيو روميءَ جي مثنوي. ذرا سڏينس ته سهي....

(نورو وڃي ٿو.)

**شاهه حبيب:** اسانجو فرزند پنهنجي عمر جي لحاظ کان ننڍو هجي پر نوراني آهي نوراني.

(شاهه عبداللطيف اوطاق ۾ داخل ٿئي ٿو. هن جي عمر ويهه کن سال آهي. قد ۽ بت ۾ پورو پنو ۽ سندس چهرو ڪٽڪ

رنگو ۽ ڪجھ ڦڪاڻ ڏي مائل آهي. پر سندس اکيون
چڻ نور سان ٽمٽار لڳيون پيون آهن ۽ انهن مان ذهانت ۽
فهم چڻ وسي رهيو آهي. لباس سادو سودو ۽ تقريبا پيءُ جهڙو
ئي پيل اٿس. مٿو اُگهاڙو، وارن ۾ ڪجھ گهنڊيون. ڏاڙهي
۽ مڇون چهري جي رونق ۾ اظافو آهن. پنهنجي هلت چلت
۽ ڳالهائڻ جي طور طريقي مان هو ڪافي سڄيده ۽ هشمت
وارو لڳي ٿو.)

**شاه حبيب:** پٽ لطيف، مرزا مغل سائين جو نياپو آيو آهي.
سندن دختر ڪجھ عليل ٿي پئي آهي ۽ دعا ڦيٽي لاءِ
اسان کي گهرايو اٿائون. اڄ اسان وڃي سگهڻ جي حالت
۾ ڪونہ آهيون. سو تون ٿي هليو وڃ.

**شاه لطيف:** جي آبا... جيڪو توهان جو حڪم.

**شاه حبيب:** پٽ، تون پهريون دفعو مرزا سائين جي دؤلت
خانيءَ ڏانهن وڃي رهيو آهين...

(پيءُ پٽ جون اکيون پاڻ ۾ ملن ٿيون)

.... مرزا مغل بيگ ارغون آهن ۽ سندن گهر ۾ سخت
پردو آهي. وڏا ماڻهو آهن، ڪافي رسوخ ۽ رسائيءَ وارا، پر
اسان کي عزت سان ڏسندا آهن. اسان جا، اِئين ڪٽي سمجھ،
چڻ معتقد آهن. اسان سيدن ڪان سواءِ ڪنهن بہ بني بشر
کي سندن گهر جي چائنٺ اورانگهڻ جي اجازت ڪونہ آهي....

(پيءُ پٽ جون نظرون وري هڪ ٻئي سان ملن ٿيون.)

.... پٽ لطيف. تون وڃ ۽ الله ڪان اهڙي دعا پن جيئن
مرزا صاحب جي دختر جي علالت يڪدم دور ٿي وڃي ۽ صحتياب
ٿي پوي...

(هڪ دفعو وري پيءُ پٽ جون نظرون پاڻ ۾ ملن ٿيون.
ڪجھ دير مليون ئي رهن ٿيون. پوءِ شاه لطيف آهستي آهستي
ڪنڌ لوڏي ٿو ۽ ڪجھ بہ ڪچڻ ڪان سواءِ ئي اوطاق ڪان
ٻاهر وڃڻ لڳي ٿو. گماشتو تڙتڪڙ ۾ شاه حبيب کي سلام ڪري
شاه لطيف جي پنيان پنيان وڏيون وڏيون برانگون پريندو ٻاهر
نڪري ٿو وڃي. شاه حبيب ڪجھ دير ٻاهرئين دروازي ڏانهن

خال ۾ نهاربندو تو رهي پوءِ اکيون بوتي ليتي تو پوي.)
**شاه حبيب:** (بيحد ڌيمي آواز ۾)

علم اهل - دل نہ از مکتب بوَد،
بلک از تلقين خاصئہ رب بوَد.
بي کتاب و بي حساب و بي ادب،
اوليارا حق کند علمي نصيب.

**ڪونڙي / مرزا جي حويليءَ جو ڪمرو / اندر/ ڏينهن**

(**ميديم شاٽ:** مغل بيگ ارغون جي ڌيءُ آئشہ ڪپڙن ۾ ويڙهي سيڙهي بستري ۾ پئي آهي. چهري مان صاف صاف بيمار ۽ ڪمزور لڳي رهي آهي. پر، اِن هوندي بہ چوڏس جي چنڊ جهڙو هن جو حسن بيماريءَ جي حالت ۾ بہ نکرجي بينو آهي. آئشہ جي پيرانديءَ کان سندس ماءُ ويٺي آهي ۽ ڌيءُ جي پيرن جون ترپون ڪپڙي سان مهٽي رهي آهي. اوچتو هڪ داشتہ ڪمري ۾ داخل ٿئي ٿي.)

**داشتہ:** مرزا صاحب ڪمري ۾ اچي رهيا آهن. هنن سان گڏ نندو سيد صاحب بہ آهي.

(آئشہ جي ماءُ، ڌيءُ جي پيرن جون ترپون مهٽڻ بند ڪري ڌيءَ کي ڍڪي ڍومي ٿي ۽ پاڻ بہ لباس ٺيڪ ڪري ٿي. داشتہ ڪمري جي هڪ ڪنڊ ۾ ادب سان بيهي ٿي رهي. اوچتو دروازي تي لڳل چلمن هٽائي مرزا ۽ شاه لطيف اندر داخل ٿين ٿا. هنن کي اندر ايندو ڏسندي ئي آئشہ جي ماءُ پلنگ تان لهي زمين تي بيهي ٿي رهي.)

**مرزا:** (شاه لطيف کي) شاه صاحب، هيءَ اٿوَ منهنجي نور - نظر آئشہ. ڪافي ڏينهن کان بخار ۾ پئي آهي. دوائون ڪري ڪري ٿڪجي پيا آهيون. هاڻي دعائن جو ئي پروسو آهي.

(شاه لطيف آئشہ جي ويجهو وڃي هن جي منهن ۾ چتائي نهاري ٿو. آئشہ بہ اکيون کڻي شاه ڏانهن نهاري ٿي. ٻنهي جون اکيون ملن ٿيون ۽ شاه بيخوديءَ جي حالت کي رسي ٿو وڃي. اُن بيخوديءَ ۾ ئي شاه جو هٿ اڳتي وڌي ٿو ۽ آئشہ جو هٿ پڪڙي، چيچ کي ٽڪي ٿو هٿ سان سوگهو جهلي. سڀ عجب مان شاه جي ان حرکت کي جاچي رهيا آهن.)

شاه: (بي-اختياريءَ ۾)

جنهن جي آگر سيد هٿ ۾،
تنهن کي نڪو لهر، نڪو لوڏو...

(مرزا مغل بيگ ارغون غصي ۾ لال تي تو وڃي. پر پوءِ هڪدم پاڻ سنڀالي تو وٺي. آئشہ جي ماءُ جي چهري تي بہ غصي ۽ عجب جون لڪيرون اُڀري تيون اچن. هوءَ ڪجهہ چوڻ تي چاهي پر مرزا اشاري سان بيگم کي روڪي تو ۽ ڏيري ڏيري شاه جي پرسان اچي هن جي ڪلهي تي هلڪو هٿ تو رکي.)

مرزا: شاه صاحب، توهان جا لک لک شڪرانہ - منهنجيءَ دختر جي دوا بہ تي وئي ۽ ڪيس دعا بہ ملي چڪي.

(اِشارو صاف آهي تہ هاڻي وڃو. مرزا ڪمري کان ٻاهر وڃڻ لاءِ دروازي طرف وڌي تو. شاه بہ ڏيري ڏيري هن جي پنيان پنيان هلندو چلمن هٽائي ڪمري کان ٻاهر نڪري تو وڃي. چلمن جنبش کائي پنهنجي جڳهہ تي اچي تي وڃي. آئشہ خالي خالي نگاهن سان چلمن طرف نهاري رهي آهي.)

(شاه عبداللطيف جي هٿ ۾ آئشہ جي چيچہ واري تصوير جو پردي تي Statue. مرداڻو آواز اوور لئپ ڪري تو.)

آواز: شاه عبداللطيف، ويهن ورهين جو نوجوان، آئشہ جو ماه منير جهڙو منهن ڏسندي ئي بيخوديءَ جي حالت ۾ اچي ويو ۽ بي اختيار سندس زبان مان هي لفظ نڪري ويا.....

جنهنجي آگر سيد هٿ ۾،
تنهنکي نڪو لهر، نڪو لوڏو.

اِهي لفظ ٻڌندي ئي مرزا مغل بيگ ارغون غصي ۾ لال تي ويو پر ٻاهران ماٺ ۽ صبر اختيار ڪيائين ۽ اُن وقت پنهنجي مرشد جي نورچشم کي ڪجهہ بہ ڪونہ چيائين. مرزا مغل بيگ سمجهي ويو تہ دعا جي بهاني آئشہ جي چيچ پڪڙي جڻ اشاري ئي اشاري ۾ شاه لطيف هن سان شادي ڪرڻ جي خواهش جي پڌرائي ڪئي آهي.

(پردي جي تصوير بدلجي ٿي. هاڻي اسان ڏسون ٿا ته مرزا مغل بيگ ارغون ۽ شاهه حبيب هڪ ٻئي جي سامهون ويٺا آهن. مرزا جي چهري تي ڪاوڙ ملول گنڀيرتا آهي ۽ شاهه حبيب جي چهري تي نرمائي ۽ خاڪساري ڇانيل آهي. مرداڻو آواز اوور لئپ ڪري ٿو.)

آواز: جڏهن شاهه حبيب کي خبر پئي ته سندس لخت جگر جي دل وڃي مرزا مغل بيگ ارغون جي دختر جي حسن وَ شباب جي ڪنڍي ۾ اڙي آهي ته کيس ڪو خاص عجب ڪونه لڳو. هو خود به هڪ پهتل شخص هو، شاعر هو، جهانديده هو ۽ کيس اول ئي اهڙا تي نظر آيا ته لطيف سان اهڙو ئي ڪو عجيب و غريب حادثو ٿيندو. کيس خبر هئي ته اهي حادثا ئي زندگيءَ ۾ موڙ آڻين ٿا ۽ اِنسان ڪٿان جو ڪٿي وڃي ٿو پهچي. مجازي عشق، حقيقي عشق حاصل ڪرڻ لاءِ پُل مثل آهي.

المَجازُ قنطرةُ الحقِيقتهِ

شاهه حبيب کان پٽ جي عشق جو درد سٺو نه ويو. هو، لڄ لاهي مرزا جي چائنٺ لتاڙي سندس گهر وڃي پهتو ۽ سندس ڌيءَ جو هٿ پنهنجي پٽ لاءِ طلبيائين. مرزا کي ان وقت به ڏاڍو غصو آيو پر پي ويو. ٻنيهن ڏندن مان هڪ لفظ به نه ڪڇيائين. فقط ايترو چيائين: ڏسندا سين.

۽ پوءِ سيدن لاءِ ڪونڙيءَ جي ان گهٽيءَ ۾ رهڻ ئي مشڪل ٿي پيو...

(پردي تي ڪاري رات جو نظارو. نه چنڊ، نه تارو. فقط اونده ئي اونده. ڪڏهن ڪڏهن باهه جا اُلا نظر ٿا اچن. ٻيءَ طرح اونده ئي اونده آهي.)

آواز: آرغونن، سيدن سان پائي ڪنئين. شاهه حبيب لاءِ ان کان سواءِ ٻيو ڪوئي رستو ئي ڪونه بچيو ته هو سڄي ڪٽنب قبيلي سوڌو اُتان لڏي ٻئي ڪنهن هنڌ وڃي رهي...

(شاهه حبيب ۽ سندس ڪٽنب قبيلو سامان سوڌو کيڏانهن وڃي رهيو آهي.)

آواز: شاه حبيب مجبور ٿي، ڪونڙي ڇڏي، اُتر طرف، ڪجھ مفاصلو پري وڃي ڏار حويلي اڏي ويٺو.

(شاه حبيب ۽ هن جو ڪٽنب نئين حويليءَ ۾ ويٺا آهن. شاه جو اُداس چهرو ۽ غم ۾ ٻڏل اکيون.)

**واريءَ جا دڙا / ٻاهر / ڏينهن**

(شاه عبداللطيف ويڳاڻن وانگر ريگستان ۾ پنهنجي محبوب کي پڪاري رهيو آهي. شاه لطيف جو درد، وائيءَ جي صورت ۾ اظهار پائي رهيو آهي.

**شاه:** (وائي ڳائي ٿو:)

يار سڄڻ جي فراقَ،
ڙِي جيڏيون! آئون ماري!
يار سڄڻ جي فراق!
در دوستَ جي ڪئين جو هوندا،
مون جيها مُشتاق
يار سڄڻ....
جاتي ڪاتي محبوبن جي،
آه حُسنَ جي هاڪ،
يار سڄڻ....
سُرمو سَهي ڪر اکين جو،
خاص پِريان جي خاڪ،
يار سڄڻ...
عَبداللطيفُ چئي، پِرين اسان جو
هميشه آ حسناڪ،
يار سڄڻ....

(سُرُ يمَنُ ڪلياڻ)

(شاه ريتيءَ جي دڙي تي چڙهي رهيو آهي. هو سڄو ريت سان لٿجي ويو آهي.)

(شاه حبيب مسند تي طول وهاڻي جي سهاري ليٽيو پيو آهي. پنهنجن خيالن ۾ گم، غم ۾ غلطان، حيران پريشان. چلمن هٽائي، شاه حبيب جي وڏي بيگم ڪمري ۾ داخل ٿئي ٿي. پر شاه حبيب کي سمڪ به ڪونه ٿي پوي. ڏيري ڏيري هلندي هوءَ اچي پتار جي پرسان بهي ٿي. هاڻي شاه حبيب جي خيالن جي تار ٽٽي ٿي ۽ هو بيگم ڏانهن نهاري ٿو.)

**بيگم:** دنيا جا ڏک درد دور ٿا ڪريو، اڱهن کي سگهو ٿا ڪريو، گمراهن کي سنئين دڳ تا لڳايو، پر منهنجي لالَ، پنهنجيءَ جان جي جياري کي ڪجھ سمجهائي ان اوڙاه کان آجو نہ ٿا ڪريو!...

(شاه حبيب ڪجھ جواب نہ ٿو ڏئي فقط پنهنجيءَ زال جي منهن ۾ نهاري ٿو.)

**بيگم:** مان لطيف کي ڏسڻ کان سواءِ رهي نہ ٿي سگهان. سائين ڪو بلو ڪريو. ڪجھ ڪريو. اڄ پريا تي ڏينهن ٿي ويا آهن جو لال جو مکڙو ڪونہ ڏٺو اٿم. سائين ڪجھ ڪريو نہ تہ مان مري ويندي سانوَ....

**شاه حبيب:** (گنڀير ۽ ڌيمي آواز ۾) جنهن جگر جي ٽڪڙي نورِ-نظر کي حاصل ڪرڻ لاءِ مون لکين جتن ڪيا، هڪ ٻئي جي پنيان ٽي شاديون ڪري تنهنجي سيني جي مٿان ٻن ڀاڄن جو بوجھ وڌم، ڇا ان کان هڪ پل بہ پري رهڻ مون لاءِ ممڪن آهي؟ بس، هڪ يقينو آهي، هڪ ويساه آهي تہ جيڪو لطيف، سائين لطيف جھڙي الله-لوڪ جي دعائن سان مليو آهي، ان جو ڪڏهن بہ، ڪنهن بہ حالت ۾ وار ونگو ٿيڻ وارو ناهي...

(شاه حبيب چپ ٿي ٿو وڃي. سندس زال ڪجھ ڪڇي ڪونہ ٿي فقط خاوند جي منهن ڏانهن نهاري ٿي.)

**شاه حبيب:** ياد اٿئي لطيف سائينءَ ڇا چيو هو؟ چيو هئائين: وڃ، وڃي خوشيون مناءِ ميان حبيب! توکي هڪ پٽ ڄمندو،

جيڪو پنهنجي وقت جو قطب تارو تيندو پر ان جو نالو منهنجي نالي پنيان رکجانءِ يعني عبداللطيف. دلجاءِ رک، اسان جي لطيف کي ڪجهه به ٿيڻ وارو ناهي. هن کي ته پنهنجي وقت جو قطب تارو ٿي ڪري سڄيءَ دنيا کي رستو ڏيکارڻو آهي....

**بيگم**: سائين، دنيا کي رستو ڏيکارڻ وارو، مون کي ته ائين ٿو لڳي، اڄ پاڻ ئي رستو ڀلجي ويو آهي.

**شاه حبيب**: تون اِئين نه چؤ. خدا جي نالي ائين نه چؤ. پنهنجي اصل ۽ نسل کي ياد ڪر. تون معمولي عورت ڪونه آهين. تون مخدوم ديالي عربيءَ جي دختر آهين. مخدوم دياني جيڪو مجذوب هو. خدا جو مجنون، الله جو ديوانو.

**بيگم**: پر سائين، منهنجو پهريون پٽ ته....

**شاه حبيب**: درويش جي دعا کان پوءِ جيڪو پهريون پٽ جائو ۽ خدا کي پيارو ٿي ويو؛ اهو ان لاءِ ته جيئن ان جو عقل، ان جو فهم، ان جي ذهانت ۽ ان جي عمر اسان جي هن ٻئي لطيف کي ملي وڃي. ڌيرج ڌار، وهلور نه وڃ.

**بيگم**: سائين، توهان ڀلي مون کي سؤ سمجهاڻيون ڏيو ۽ هزارين حيلا هلايو پر ماءُ جي دل ماءُ جي دل آهي... مون کي ڪيئن به ڪري، ڪهڙي به طريقي سان لطيف آڻي ڏيو. سائين لطيف آڻي ڏيو.

(بيگم روئي ٿي وهي. شاه حبيب به رومال جي ڪنڊ سان آليون اکيون اُگهي ٿو. مسند تان هيٺ لهي ٿو. پيرن ۾ جتي پائي ٿو ۽ زال جي منهن کي ٻنهي هٿن ۾ پڪڙي، اکين سان آٿت ڏيئي، ڌيري ڌيري ڪمري کان ٻاهر نڪري ٿو وڃي. بيگم جون اکيون اڃا آليون آهن.)

**واريءَ جا دڙا / ٻاهر / ڏينهن**

(دور دور تائين ٿهليل ريگستان. واريءَ جا دڙا. آسمان

۾ سج. زمين تتل. چؤطرف واري ئي واري. واريءَ جا طوفان. شاه حبيب پنهنجي پٽ جي ڳولها ۾ ڀٽڪي رهيو آهي. هو سڄو واريءَ سان لٽجي ويو آهي. هر هر اکين کي پٽڪي جي ڪنڊ سان صاف ڪري هيڏانهن هوڏانهن نهاري رهيو آهي ته من ڪو لطيف جو نشان پتو ملي.

اوچتو هڪ جت اچي تو اتان لانگهائو ٿئي. هو شاه حبيب جي پرسان اچي ٿو بهي. طوفان جي آوازن سبب اسان کي ڪجھ به ٻڌڻ ۾ ڪونه ٿو اچي پر اشارن مان ائين ٿو لڳي ڄڻ جت شاه حبيب کي هڪ طرف اِشارو ڪري ڪجھ ٻڌائي ٿو. جت سلام ڪري پنهنجي راه وٺيو ٿو وڃي. شاه حبيب ان طرف ڏانهن وڌي ٿو؛ جيڏانهن جت اِشارو ڪري ڪجھ ٻڌايو هوس.

شاه عبداللطيف نيم بيخوديءَ جي حالت ۾ واريءَ جي دڙي ۾ اڌ دٻيو پيو آهي. واري سندس بدن تي ته چاڙهيندي ٿي وڃي پر شاه لطيف کي ڪائي ڪل ڪونه ٿي پوي.

شاه حبيب دور کان اچي رهيو آهي.

شاه لطيف واريءَ ۾ پيو آهي.

شاه حبيب جي نظر پٽ تي پوي ٿي. هن جا قدم ڪجھ تيز ٿي وڃن ٿا.

شاه لطيف جي نيم-بيخود جسم جي مٿان شاه حبيب جو پاڇو پوي ٿو. شاه حبيب پٽ جي اهڙي حالت ڏسي ڪجھ دير لاءِ ته ڏڪي ٿو وڃي. هو پٽ جي اڌ پوريل بدن ڏانهن خالي خالي نگاهن سان نهاريندو ٿو رهي. شاه لطيف کي ڪجھ به خبر ڪونه ٿي پوي.)

**شاه حبيب:** (نهايت ئي دردناڪ انداز ۾:)

لڳي لڳي واءُ، وِيا انگڙا لٽجي.

(شاه لطيف ان سوزناڪ صدا تي محويت جي حالت مان ڇرڪ ماري سجاڳ ٿئي ٿو ۽ پيءُ کي وراڻي ٿو ڏئي:)

**شاه لطيف:** پيئي ڪٿي پساهُ، پسڻ ڪارڻ پريءَ جي.

(شاه حبيب بيحد حب ۽ پيار مان پٽ کي ڪڇي تو ڳلي لڳائي ۽ پوءِ ٽڪڙو ٽڪڙو واريءَ جا ته هٽائيندو تو وڃي. ان وقت به شاه لطيف جون نظرون دور، تمام گھڻو دوُر ڪجھ تلاشي رهيون آهن.)

## سالگرو واه / ٻاهر / ڏينهن

(سالگرو واه جي ڪپ تي شاه لطيف ويٺو آهي. هو پنهنجن ئي خيالن ۾ ايترو ته گم آهي جو هن کي اِها به سمڪ ڪونه ٿي پوي ته هن جا هٿ ڪڏهن تا ننڍڙا ننڍڙا پٿر چوندين ۽ ڪڏهن تا واه ۾ اُڇلي لهرون پيدا ڪن. اجايل ٻڪريون پياس ٻجهائڻ لاءِ دور ڪان واه طرف ڊڪنديون اچي رهيون آهن. ٻڪرين جي ’مين مين‘ جو آواز، ڊڪڻ جو آواز ۽ ڳلي ۾ پيل گھنڊڙين جي ڪن ڪن جو آواز شاه لطيف جي محويت جي تار ٽوڙي تو ڇڏي. هو ٻڪرين ڏانهن نهاري تو.

ٻڪريون واه ۾ منهن وجهي پياس ٻجهائين تيون. شاه کين ڏسندو تو رهي.

پياس ٻجهائي اُهي ئي ٻڪريون واه ۾ ڦولڙيون تيون وجهن.

شاه لطيف ڏسندو تو رهي.

واه ۾ ڦولڙيون ڪرنديون تيون رهن.

شاه ڏسندو تو رهي. شاه جون اکيون ڪنهن سوچ ۾ گم آهن. واه ۾ ڦولڙيون وجهي ٻڪريون واپس هليون تيون وڃن.

شاه سوچ ۾ گم آهي.

**شاه لطيف**: (پاڻ سان) ٻڪريون جي واه مان پياس نه ٻجهائين ها ته واه کي گندو نه ڪن ها...

(ڪجھ دير بعد)

ڏوريان ڏوريان م لهان، شال م ملان هوت!
جي اندر جا لوچ، مچُڻ ملڻ سين مائي تئي.
(سرحسيني)

(شاهه جو گنڀير چهرو. سوچ ۾ ٻڏل اکيون. واهه. هاڻي واهه جو پاڻي صاف آهي. ڦولڙين جو ڪٽي ٻه نالو نشان آهي ئي ڪونه. شاهه لطيف واهه ۾ اُڀرندڙ لهرن ڏانهن نهاريندو ئي رهي.)

**(پردي تي شاهه لطيف جي چهري جو ڪلوز - اپ)**

آواز: شاهه عبداللطيف تي عشق جو خمار اهڙو ته غالب پئجي ويو جو هن لاءِ گهر ۽ شهر ڇڻ شمشان تي پيا ۽ بيابانن ۽ صحرائن ۾ ڀٽڪڻ ۾ ئي هن جي دل کي عجيب سڪون تي مليو، بي انداز راحتون تي مليون.

شاهه جو اندر ته اول ئي اُجلو هو؛ ويتر عشق ان اُجالي ۾ بي پناهه جلوه ۽ رنگ ڀري ڇڏيا. عشق جي ڪيف و سرور شاهه لاءِ روحانيت جون راهون کولي ڇڏيون ۽ روحانيت شاهه جي عشق ۾ اٿاهه اونهائي ڀري ڇڏي. بيحد اُڌام ڀري ڇڏي. گنڀير گهرائي ڀري ڇڏي ۽ پرستش جي قابل پاڪيزگي ڀري ڇڏي.

شاهه جو عشق فقط پاڻ تائين محدود نه رهيو. هاڻي اهو سڄي عالم لاءِ روحانيت جو رهبر بڻجي پيو. شاهه حبيب ۽ شاهه لطيف يعني پيءُ ۽ پٽ جو مڪاميلو عارضي ثابت ٿيو. هڪ ڏينهن موهه ۽ ممتا جا سڀ ٻنڌڻ ٽوڙي اوچتو ئي اوچتو، ٻنان ڪنهن کي ٻڌائڻ چتائڻ جي شاهه لطيف جهنگ - منهن ڏيئي، مائٽن کان، الوپ ٿي ويو. دنيا جي سچي ۽ حقيقي تصوير ڏسڻ لاءِ دنيا کان دور هٽي، ڪنارو ڪري ويٺو.

(شاهه عبداللطيف ريگستان ۾ واريءَ جي هڪ دڙي تي چڙهي رهيو آهي. شاهه کي سادي سودي پوشاڪ پهريل آهي. بدن تي ڪاري ڏاڳي سان سبيل هڪ گيڙوءَ رتي ڪفني، مٿي تي سفيد رنگ جي وڏي ٽوپي ۽ ڪلاهه ۽ ان جي مٿان ڪاري رنگ جو ڪپڙي جو ٽڪر ويڙهيل. سندس هٿ ۾ جوڳين جي بيراڳين جهڙي لٺ آهي. ڪاڏي پيٽي لاءِ پاڻ

سان هڪ ڪشڪول ڪنيو اڻائين. پيرن ۾ جتي ڪونہ اٿس.
شاھ جي ان تصوير سان گڏ ئي شاھ جي باري ۾ هيٺ
ڏنل بيان ڏنو وڃي ٿو:)

**بيان:** (مردانگي آواز ۾)

سير ۾ تعليم آهي. پر جو اکيون کولي نہ هليو تنهن جهڙو
سير ڪيو تهڙو نہ ڪيو. سچو سيلاني سدائين اکيون کولي هلي
ٿو. هيءَ ساري قدرت، جا هڪ کليل ڪتاب جي مثل آهي؛
تنهن جو هرهڪ جزو چڱيءَ ريت جاچي، خسيس خسيس ڳالهين
مان بہ وڏا وڏا سبق سکي ٿو. اهڙو سچو سيلاني شاھ لطيف
هو. عام خلق رواجي ڪتاب پڙهي ٿي پر هن اڪثر قدرت
جو ڪتاب پڙهيو هو ۽ قدرت جو نظارو هن جو مڪتب هو.
شاھ صاحب جو انيؤ اول ئي کليل هو باقي قدرت جي مڪتب
۾ پڙهي ڪماليت حاصل ڪرڻي هئس.

قدرت جي مڪتب مان ڪماليت حاصل ڪرڻ لاءِ شاھ صاحب
جي پڙهڻ جو نمونو ئي پنهنجو هو. هن جون اکيون، ڪن
۽ ٻيا حواس سڀ ٻيءَ طرح جا هئا ۽ هن جي خيال جي رفتار
بہ نرالي هئي.

شاھ صاحب جيڪي سير سفر ڪيا سي سڀ سچي سائينءَ
جي اڪنڊ ۽ اڪير وچان.... سفر جي آزمودن ۽ اثرن سندس حقيقي
عشق کي تحريڪ ۽ ترقي ڏني. هو اڳ ئي سون هو، پر هاڻ
پارس تي پيو... اهڙو سهڻو ۽ سنجيدو، منو ۽ من موهيندڙ ڪلام
هو تڏهن چئي سگهيو آهي جڏهن هرهنڌ اکيون کولي هليو آهي
۽ انهيءَ ڪري ئي هن کي سچو سيلاني سڏجي ٿو.

(فريز ٿيل تصوير ۾ حرڪت پيدا ٿئي ٿي ۽ اسان شاھ
لطيف کي واريءَ جي دڙي تي چڙهندو ڏسون ٿا. چوڌرد واري
۽ واريءَ جا دڙا. دور دور تائين ڦهليل ريگستان. خاموشي ۽
تنهائيءَ وارو ماحول. شاھ واريءَ تان اڳتي وڌندو ٿو وڃي. فضا
۾ هڪ ڏوهيڙي جو آواز پراڏي جيان ڦهلجي ٿو:)

ڏوهيڙو:

هيڙي سڄڻ سارئا، ڪِٿِي هندم هير؟
اچي لالَن! نہ ڏِيين، مَٿِي پلنگن پير؟
ٿِي وروهڻ ويرَ، ڳُجهہ ڳرهيان ڪَنِ سين؟

(سر ڪنياٽ)

(شاه اڳتي وڌندو ٿو وڃي. اوچتو ڪيس ڪي جوڳي ڏسڻ ۾ ٿا اچن، جيڪي پنهنجي ئي مستيءَ ۾ مگن، دنيا کان بيخبر ريگستان لتاڙيندا ڪنهن منزل ڏانهن هلندا ٿا وڃن.

شاه اڳتي وڌي رهيو آهي. ڪجھ تيز رفتار سان. جوڳي هلندا ٿا وڃن.

شاه جا اڳتي وڌندڙ ٻہ پير.

جوڳين جا اڪيچار پير.

شاه جوڳين سان ملي ٿو وڃي ۽ مستيءَ ۾ اچي ڳائي ٿو:)

شاه: ڏوٿِي سا ڏورِين، جا جوءِ سُئِي، نہ ٻُڌي،
پاسا مٿي پاهٽين، ڪاهوڙي ڪوڙِينِ،
وِڃا اُتِ وُوڙِين، جِتِ نِهايت ناهِ ڪا.

(سر ڪاهوڙي)

(جوڳي ۽ شاه اڳتي وڌندا ٿا وڃن)

شاه: دُٿُ نہ ڪُنُو ڏو ٿِيين، جيڪي ڏُٿُ ڪَرِينِ،
اُهڇاٽيون عالَمَ جون، اوريائين آٽين،
تِهان پوءِ ڏسِين، پريان سندي ڳالڙي.

(سر ڪاهوڙي)

(جوڳي ۽ شاه اڳتي وڌندا ٿا وڃن)

شاه: سدائين سفَرَ ۾، رَمَنِ مَٿِي راه،
ٻِرنِ پوُرَبَ پندُ ڏي، مَنجهِ مَوالِي ماه،
جَنِ جي آلڪَ سين آگاه، هلو! ترتَڪِئا ٻسون تِنَ جا.

(سر رامڪلي)

(جوڳين ۽ شاه جو سفر جاري آهي.)

شاه: سامي ڪامي پِري لءِ، ڪُسي تِئا ڪَبابُ،
نَڪو ڏِسَنِ ڏوه ڪي، نَڪو ڪَنِ ثوابُ،
اوتِنِ آرتِي ڳاڏئو، منجها آڪِنِ آبُ.
سَندو ذاتِ جوابُ، تون ڪِنءِ ٻڇين تنِ ڪي؟

(سر رامڪلي)

(سفر جاري آهي)

شاه: جي پايين جوڳي تيان، تَہ سَڱَ سَپيئي ڇنُ،
وڃِي دَر دوستَنِ جي، نانگا ڪِيم ننُ،
پَتِ تنينِ جي پنُ، جَنِ ٻجهي نہ ٻجهئو.
جي پايين جوڳي تيان، تہ سڱ سپيئي توڙِ،
جي جاوا نَہ جاپندا، جي تَنين سين جوڙِ،
تہ تون پهچين توڙِ، مَحَبتَ جي ميدان ۾.

(سر رامڪلي)

(سفر جاري آهي)

شاه: پَتَ ڇَڏِيائون پَتَ ۾، ڏَنَڊَ ڇَڏِيائون ڏِسُ!
سَپَ نولَنئا اڳِي تيا، مونِي تين نہ مِسُ،
هِي ڇڏيائون حَسُ، وڃِي ڪالَ ڪُلُ تِئا.

(سر رامڪلي)

(جوڳي ۽ شاه اڳتي وڌندا تا وڃن. نظارا بدلبا تا رهن. واري، ميدان، پهاڙ، جهنگ، درياه - سفر جاري آهي.)

(شاهه لطيف جي ڇهري جو ڪلوز - اپ. هو جابلو رستا پار ڪندو اڳتي وڌندو ٿو وڃي.)

آواز: (مرداڻو) شاهه عبداللطيف پنهنجي رسالي جي سر ڪاموڏيءَ ۾ گنجي ٽڪر جي واکاڻ ڪئي آهي، جو ته انهيءَ ٽڪر رستي ئي هو ڪن جوڳين جي سنگ ۾، هنگلاج جي تيرٿ تي ويو هو. گنجي ٽڪر تي روحاني اسرار به ڏنائين ۽ ڪاپڙين جي پر به جاچيائين. هتي 'گنجي' جي معنيٰ 'روحاني ديس يا روحاني راهه' وٺڻ گهرجي. گنجو ٽڪر حيدرآباد سنڌ جي ڏکڻ طرف آهي ۽ ان جي دامن ۾ ڪاليءَ جو مندر آهي.

گنجي ٽڪر کان پوءِ شاهه جي رسالي ۾ ڪنجهر ڍنڍ جو ذڪر اچي ٿو. ٽتي تعلقي ۾ 'هيلايا' نالي ڳوٺ آهي. هيلاين واري ٽڪريءَ جي هيٺان ڪنجهر ڍنڍ پئي وهي:

هيٺ جَرُ، متي مَجَرُ، پاسي ۾ وڏراهه،
اچي وڃي وِچ ۾، تماچيءَ جي ساءِ،
لڳي اُتَرَ واءُ، ڪِنجهر هِندورو ٿيي.

(سر ڪاموڏ)

شاهه صاحب پنهنجي ڪلام ۾ لوڪ ڪٿائن جي رستي جيڪو روحاني رازن ۽ آتمڪ آنيون جو وستار ڪيو آهي، اُن جي شروعات، لڳي ٿو، اِتان ئي ٿي.

(شاهه لطيف هيلايا ٽڪريءَ تي بيٺو آهي. اڪيلو، پنهنجي خيالن ۾ گم.)

هيلايا ٽڪريءَ تان شاهه صاحب ڪلپنا جي اکين سان ڏٺو....

شاهي محلات. هيٺان وهندڙ ڪنجهر ڍنڍ. گلن ڦلن کي رقص ڪرائيندڙ اُتر جي هوا. چانديءَ جيان چمڪندڙ لهرون. ڪنجهر ڍنڍ هئي هڪ پينگهو، جنهن ۾ لڏندي لڏندي جام تماچيءَ نُوريءَ سان پيار جون سرڪيون پيتيون هيون.

نُوري هئي تہ مهاڻي پر:

جئن سڳو وچ سرندڙي تئن راڻين ۾ راڻي.

(ڪئميرا هيلايا ٽڪريءَ تي بيٺل شاهه لطيف جي نظر جي ڪنڌ ڪان ڪنجهر ڍنڍ کي ڪور ڪري ٿي. ڪنجهر ڍنڍ ۾ هڪ شاهي بيڙو تري رهيو آهي.

بيڙي ۾ جام تماچي ۽ نوري پريم - ليلا ۾ مگن آهن. ٻئي ڄڻ هڪ ٻئي تان صدقي وڃي رهيا آهن. آس پاس کان بيخبر. لڳي ٿو ڄڻ ڪامديو ۽ رَتي هڪ وڏي عرصي جي وڇوڙي کان پوءِ هڪ ٻئي سان ملي رهيا آهن.

شاهه لطيف جي چهري جو ڪلوز اپ. هو يڪ ٽڪ ڍنڍ ڏانهن نهاري رهيو آهي:)

**شاهه:** (ڄڻ محويت ۾)

سِرُ سَلامتَ سُپرين! مَرَڪَنُ! تون م مَريجِ!

آهيين نارُ اکِنِ جو، وَنان مون م وڃيجِ!

تماچِي! ٽِڳيجِ، ڪو ڏيہ ڪِنجُهرَ ڪنڌِيين.

(سُرڪاموڏ)

(شاهه ڍنڍ ڏانهن نهاري ٿو. ڍنڍ ۾ نہ بيڙو آهي نہ جام ۽ نہ نوري. لهرون، لهرون ۽ فقط لهرون.)

**هيلايا ٽڪري / ڪنجهر ڍنڍ.**

(لانگ شاٽ، ٽڪريءَ تي شاهه اڪيلو ويٺو آهي. ڪنجهر ڍنڍ وهي رهي آهي. سنگيت.)

**شاهه:** هيري هٿ وڌائين،

ويهي سانين وچ ۾!

(سنگيت. وائيءَ سان گڏ ئي نوري جام تماچيءَ جو سچو عاشقاڻو قصو دهرائجي وڃي ٿو:)

| وائي | درشيه |
| --- | --- |
| هِيري هٿُ وِڏائين، | شاهي بيڙيءَ ۾ سوارجام - |
| ويهي سانِئُنِ وِچ ۾! | نوريءَ تي نظر ٿي پويس - |
| هِيري.... | |
| نَوازَشِ نؤري جي، | نوريءَ جا نيڻ جام کي ڳهائي |
| آهي تماچي تائين! | ٿا وجهن. نظرون ملن ٿيون. |
| هيري.... | |
| گندگي گوشو ڪئو، | نوريءَ سان جام جي شادي. |
| عَطرُ اوتَ اوتيائين! | شادمانا. |
| ويهي سانِئُ وِچ ۾. | |
| اَندا، مَندا آئِيا، | مهاڻا مالا مال ٿي ٿا وڃن. |
| سَخا سَڌُ وِڏائين! | سندن خوشيون بي مثال آهن. |
| ويهي سانَئُنِ وِچ ۾. | |
| پَسَو جوڙُ جُوانَ جو، | نوري ۽ جام جي سهاڳ رات. |
| ڪو هندُ ڪون مَنِيائين! | ٻئي هڪ ٻئي جي آغوش ۾. |
| ويهي سانِئُنِ وِچ ۾. | |
| قيمَتَ ڪَميڻُنِ سين، | نؤري سخاوتون پئي ٿي |
| جَهڙِي وتَ ونِيائِين! | ڪري. سڀ هن مان خوش آهن. |
| ويهي سانِئُنِ وِچ ۾. | |
| موتي مڇي هٿَ تي، | سميون نوريءَ وٽ سلام لاءِ |
| ڪوڏِنِ جِنءِ ڪڍِيائين! | اچن ٿيون. نؤري نمرتا سان |
| ويهي سانِئُن وِچ ۾. | پيش اچي ٿي. |
| ماڻِڪَ مِياڻِنِ ۾، | بستري تي نؤري جام جي پيرن |

چلڙنِ جنءِ ڇنيائين! تي سر رکي ليٽيل آهي. ڄام
ويهي سانِئُنِ وِچ ۾. ياڪر ۾ پريس تو.
ڏيئي سونُ سُوالَ ۾، سميون خوب سينگاريل. نُوريِ
رُپي راندِ ڪِيائين! اباڻي وڳي ۾. ڄام نُوريءَ کي
ويهي سانِئُنِ وِچ ۾. پاڻ سان وٺي ٿو وڃي.
پاٽيٺَ آڻي پاڻَ سين، نُوري پٽ - راڻي.
لعلؤن سَبِ لُنِيائِين!
ويهي سانِيَنِ وِچ ۾.
فيروزا فقيرَن تان، ٻيڙيءَ ۾ نُوري ۽ ڄام.
گهوري سَبَ گهوريائين! پريم - ليلا.
ويهي سانِيَنِ وِچ ۾.
اُتي عبداللطيفُ چَهي، ڄام اڳيان نُوريءَ جو نرتيہ.
اُچِلي اِمُلَ ڏنائين! ڄام هن تان صدقي
ويهي سانِئُنِ وِچ ۾. وڃي رهيو آهي.

**ڪچو رستو / ٻاهر / شام**

(جوڳي ۽ شاه لطيف ڪچا رستا، دڙا، جهنگل پار ڪندا اڳتي وڌندا ٿا وڃن ۽ مرداڻو آواز اوور لئپ ڪري ٿو:)

آواز: سنڌ ۾ جڏهن سمن جي صاحبي هئي تڏهن سندن گاديءَ جو هنڌ پهريائين ساموئي نگر هو. اڄ اهو هڪ ننڍڙو ڳوٺ آهي، جيڪو مڪليءَ ٽڪريءَ جي اُتر طرف، بنه ڇيڙي تي، هڪ مٿاهين پٽَ تي قائم آهي. ڄام تماچي ۽ نُوريءَ جون تربتون اڄ تائين اُتي آهن. ساموئيءَ کان پوءِ گاديءَ جو هنڌ ڪلان ڪوٽ ٿيو ۽ ان کان پوءِ ٺٽي جو شهر سنہ 1340ع ڌاري ٻڌو.

ٺٽو اڳتي هلي ان ڏن سان ڀرپور هڪ وڏو نگر بڻجي پيو، جنهن ۾ نواب جو محل به هو. نواب جي محل جي چوگرد سدائين رؤنق لڳي پيئي هوندي هئي. جيتوڻيڪ ٺٽي جون گهٽيون سوڙهيون هيون پر ته به اتاه واپار جو مرڪز هو ٺٽو. سرسبز کيت، گهرو هنر، ۽ لهري بندر چاهي ٻين ساموندي بندرن تان ڏيساورن سان واپار جو سلسلو. ان وقت ٺٽو سنڌ جو نڪ هو....

(جوڳي ۽ شاهه ٺٽي جي ويجهو پهچي چڪا آهن. هڪ ماڻهو جيڪو هلت چلت مان هندو لڳي رهيو آهي، سامهون اچي رهيو آهي. جوڳين جي ويجهو اچي هو هٿ جوڙي سيني کي پرڻام ڪري ٿو.)

**جوڳي:** آبا، هو سامهون ٺٽو نگر ئي آهي نه؟

**هندو:** هائو، سواميجي، اِهو ٺٽو نگر ئي آهي.

(ڪجهه ڌيمي آواز ۾:)

ٺٽو، جتي ست سؤ سال اڳ پاپي مرڪ راڄ ڪندو هو. جنهن هندن سان پائي ڪنئي هئي ۽ جنهن کي وروڻ ديو جي اوتار امرلال سيکت ڏيئي سنئين دڳ لاتو ۽ سمجهايو ته هندو مسلم هڪ ٻئي جا ويري نه پر پائر آهن، پائر.

**شاهه لطيف:** ابا، جي توکي ست سؤ سال پراڻين ڳالهين جي خبر آهي ته سهڻي ميهار جي پريم ڪٿا جي به ڄاڻ هوندءِ، ڪيئن؟ اسان ته ٻڌو آهي ته سهڻيءَ جي قبر هتي ٺٽي ۾ ئي ڪٿي آهي.

**هندو:** سائين. سهڻيءَ جي قبر ته برابر هتي به آهي. پر سهڻي - ميهار جي قصي بابت ڪئين ڳالهيون مشهور آهن.

**شاهه لطيف:** آبا، جيئن ته؟

**هندو:** سائين، ڪي چوندا آهن ته اِهو پنجاب جو قصو آهي. اُتي سهڻي - ميهار کي چون سوني - مهيوال. ڪن جو وري چوڻ آهي ته اِهي ٻئي پريمي شهدادپور ۾ ئي گذريا آهن. شهدادپور مان اڳي درياهه وهندو هو. سهڻيءَ جي

قبر شهدادپور شهر جي ٻاهران جڙيل آهن ۽ ميهار جي قبر ته شهدادپور شهر جي وچ ۾ هڪ پاڙي ۾ آهي.

**شاهه لطيف:** اسان جو خيال آهي ته اها پريمين جي جوڙي نگر ٺٽي ۾ ئي تي گذري آهي. ابا، اسان سهڻيءَ جي قبر جو ديدار ضرور ڪنداسين. آبا، سهڻيءَ جو ساهڙ سان ازلي ناتو هو. ڌڻيءَ جي عاشقن جي محبت به ازلي آهي...

عَدَدُ ناهه عشقَ جو، سُڻي تي ساڻي،
ٻچَن جي ميهارَ کي، ٻچي سي ميهار،
نُرهو تنين بارُ، عشق جنين کي آکِرو.

(سر سهڻي)

(هندو، شاهه لطيف جي اکين ۾ عجيب چمڪ ڏسي ٿو. جوڳين جي مقناطيسي ڪشش کان به هو بچي نه ٿو ۽ آخر سيني کي پرڻام ڪري، پنهنجو رستو وٺي هليو ٿو وڃي.

سج لهڻ وارو آهي. جوڳي نم جي هڪ جهُور وڻ جي پاسي ۾، زمين تي ئي ديرو ڄمائي ويهي ٿا رهن.

شاهه لطيف جوڳين کان ٿورو پريرو وڻ جي ٿڙ کي ٽيڪ ڏيئي ويهي ٿو رهي. هن جي ڪلپنا جي اکين ۾ سهڻي - ميهار جي پريم ڪهاڻي رقص ڪري رهي آهي:)

**شاهه لطيف:** وه تِڪَ واهڙَ تِڪَ، جِت نيه تِڪَ نِرالِي،
جَنِ کي عشقُ عَميقَ جو، سي خِلوتَ خِيالِي،
وارِيين سي، والِي! هيَڙو جَنِين هٿ ڪِئو.

(سر سهڻي)

**درياهه / ٻاهر / رات**

(لانگ شاٽ. درياهه ۾ دهشت آهي. ڪچو گهڙو پرزا پرزا ٿي چڪو آهي. سهڻي لڙهندي لڙهندي ميهار کي پڪاري رهي آهي. پر درياهه جي دهشتي شوروغل سبب هن جو آواز لهرن ۾ ئي دفنائجي ٿو وڃي.)

(شاه لطيف جي ڇهري جو ڪلوز-اپ)

**شاه لطيف:** نہ ڪاتيءَ نہ ڪانهن، نڪو ڏوه قلم جو،
انگ اُتيئي لکيو، جت نہ رسي ٻانهن،
ڪنهنکي ڏيان ڏانهن؟ قضا قلم وهائيو.

(سنگيت. ماحول ۾ وائي گونججي ٿي ۽ سهڻي-ميهار جي زندگيءَ جا خاص خاص واقعا ڏيکاريا وڃن ٿا.)

| وائي | درشيہ |
| --- | --- |
| مَدَتَ ٿي، ميهار! يارَ! | سهڻي درياه ۾ لهڙهندي |
| ساهڙَ! سائرَ سيرَ ۾. | ميهار کي سڏي رهي آهي. |
| اونها ڪُنَ، آتانگ تڙَ، | سهڻيءَ کي ڏسندي ئي عزت |
| اوليِ هڙُ، آڏار! | بيگ هوش وڃائي ٿو وهي. |
| ساهڙَ! سائرَ سرِ ۾. | |
| ڏيه ۾ ڏُهلا ڏَم سين، | سهڻيءَ کي ڏم کان نفرت. |
| آهيان آهئا ڏارَ! | عزت بيگ تلا ڪنير وٽ نؤڪر |
| ساهڙَ! سائرَ سرِ ۾. | ٿي رهي ٿو. |
| ٻچَلِ ٻاندي ٻارِ ڪري، | عزت بيگ ميهار. سهڻي بہ ميهار |
| اَتِ اُپنا آر! | تي فدا ٿي وڃي ٿي. پيار. |
| ساهڙَ! سائرِ سرِ ۾. | |
| تتِي گهڙِي سوهڻي، | سهڻيءَ جي ڏم سان شادي. |
| آگه ري آڏارَ! | ميهار سنياسي ٿي ويو. |
| ساهڙَ! سائرَ سرِ ۾. | |
| ڪاري رات، ڪَچو گهڙو، | سهڻي ميهار کي جوڳيءَ جي |
| توڏِي ڪي تَوارَ! | ويس ۾ سڃاڻي ٿي. |
| ساهڙَ! سائرِ سيرَ ۾. | |
| سنپوڙو سيٽاه سين، | سهڻي دلي تي چڙهي، درياه |

سِگھو رَسُ، سنگھارا!        پار ڪري تي.
ساهڙَ! سائِرَ سيرَ ۾.
اورارا آهون ڪَربان،  سهڻي ۽ ميهار جي پريم - ليلا.
ڀڄان شالَ ڀرارَ!
ساهڙَ! سائِرَ سيرَ ۾.
سٽئِو جهانء جهجي هيون، سهڻيءَ جي نراڙ ڪيس دلو ڪٽي
سانپارا سنپارَ!        رات جو ٻاهر ويندو ۽ درياهه پار
ساهڙَ! سائِرَ سيرَ ۾.        ڪندو ڏسي تي.
آيم ريلي ريءِ سين،   نراڙ سمجهائيس تي. وري ٻه
الله! تو آهارَ!        رات جو هوءَ ميهار سان ملي تي.
ساهڙَ! سائِرَ سَيرِ ۾.
تار تَرنَديِس، لُڙَ لَنگهينديس،  نراڙ ڪچو دلو رکي تي.
ويندِيس وَتِ وچار!
ساهڙَ! سائِرَ سِير ۾.
پوريندِيس پارِمڻي،        ڪچو دلو ڀري پوي تو. سهڻي
سهسين جي سنسارَ!        ٻڏي رهي آهي!
ساهڙَ! سائر سير ۾.
گولي گهاگهائي گهڙِي،  ميهار درياهه ۾ ڇالنگ لڳائي تو.
جڪَنِ تا جانارا!        ٻئي هڪ ٻئي جي ٻانهن ۾
ساهڙَ! سائر سير ۾.        لڙهندا وڃن ٿا.

(سُرُ سهڻي)

(اڪيچار واگهو، سيسار، مڇ ۽ ڪڇ شڪار ڏانهن ڪاهيندا اچي رهيا آهن.)

(ڪئميرا جبلن، پهاڙن، اڻانگن رستن، بيابانن ۽ جهڙ - جهنگلن کي ڪور ڪندي ٿي رهي. مرداڻو آواز اوور لئپ ڪري ٿو:)

**آواز:** سِڄ اُلَٿِي سَسُئِي، رَتَ وَرِڻُو رُوءِ،
پَهِي نه پانڌي ڪو، جِهِ ڪَرَ پُڇِي لُوءِ،
مُؤڙهِي وڃِي تُوءِ، مُونَڻُ جِي ڪانَ ڪَرِي.

(سر سسئي آبري)

**آواز:** شاهه صاحب گهڻن ئي عاشقن بابت بيت چيا آهن. پر جيترو ڪلام سسئيءَ بابت چيو اٿس، اوترو ٻئي ڪنهن عاشق بنسبت ڪونه چيو اٿس. ان جا ٻه سبب آهن: پهريون ۽ مکيه سبب هي آهي ته شاهه صاحب جي دل جون حالتون سسئيءَ جي دل جي حالتن سان بلڪل گهڻو ملي ٿي آيون....
ٻيو مکيه سبب هي آهي ته ڪيچ ڏي وڃڻ لاءِ جيڪا واٽ سسئيءَ ورتي هئي، سا گهڻو ڪري ساڳي شاهه صاحب کي لاهوت ۽ هنگلاج ڏانهن وڃڻ لاءِ وٺڻي پيئي هئي.

(شاهه لطيف جي چهري جو ڪلوز اپ، هو جوڳين سان گڏ پنيور طرف وڃي رهيو آهي.)

**شاهه لطيف:** ٻريائي ته ٻار، ڦوڪ ته لڳي انبرين،
هتي جي هئڻ جون، وڃون سڀ وسار،
سمؤري سرڪار، نيئي رکج ناهه ۾.

(پانير واهه جي پر ۾، پنهنجي ڪچي مڪان جي هڪ ڪمري ۾ منڌر کٽ تي سمهي پيئي آهي. سندس پر ۾ نئين ڄاول ڪنيا ليٽي پيئي آهي. کٽ جي پاسي ۾ منڌر جو پتي نائون ٻانيڻ ٻيٺو آهي.)

**نائون:** منڌر، مان برهمڻ آهيان، جوتش جو ڄاڻو آهيان. مون هن ڪنيا جي گرهن جو گهرو اڀياس ڪيو آهي. اسان پيريءَ ۾ هڪ ماڻڪ موتيءَ جهڙيءَ ڪنيا کي جنم ته

ڏنو، پر....

**مندر:** پر ڇا سائين؟

**نائون:** هن ڪنيا جو انگ هڪ اَجنبيءَ سان لڪيل آهي.

**مندر:** اَجنبي؟ يعني ڪير؟

**نائون:** ڪوئي بہ ڌاريو. ٻئي ديس جو، ٻيءَ جات جو، يا ٻئي ڌرم جو... ڪوئي بہ ڌاريو ماڻهو...

**مندر:** پوءِ؟

(ٻنهي جون اکيون پاڻ ۾ ملن ٿيون. ڪجھ ڄڻ ٿي وڃي ٿو. نائون هڪ صندوق پانير واه جي لهرن جي حوالي ڪري ٿو. صندوق ترندي اڳتي وڌندي ٿي وڃي. نائونءَ جي اکين ۾ پاڻي آهي. هو ڌوتيءَ جي ڪناريءَ سان اکين جون آليون ڪندون اُگهي ٿو ۽ واپس وري ٿو. صندوق ترندي رهي ٿي. سنگيت.)

**وائي:** ڇورِي ڇڏِ م ڇپَرين
**ٻارَو چلِ! ٻانهي،**
**جانِبَ جهڙو جگَ ۾، ناهي ڪو ٿانيِ!**
**ڇوري...**

(سر ديسي)

(پنيئُر جي پر ۾، درياه جي ڪناري تي ڪجھ ڌوٻي ڪپڙا ڌوئي رهيا آهن. اوچتو هڪ صندوق ترندي ترندي اچي ٿي ڪناري تائين پهچي. ڌوٻين جي نظر صندوق تي پوي ٿي. صندوق ڪناري تي آڻي کولين ٿا تہ اندر هڪ نئين ڄاول ڪنيا ٿا ڏسن.)

**هڪ ڌوٻي:** يا الله! هيءَ ڇوڪري تہ سونهن ۾ سچ چنڊ آهي. ڪهڙي سنگدل ماءُ پيءُ هن کي هيئن ڪٺي لهرن جي حوالي ڪيو آهي.

**ٻيو ڌوٻي:** آبا، هل تہ هلي هيءَ درياه جي سوکڙي لالا محمد جي حوالي ڪريون.

(ڌوٻي صندوق ۾ ئي ڪنيا کي وجهي، ڍڪ کولي، محمد

جي گھر طرف وڃن ٿا. محمد پنھنجون ٻئي ٻانھون وڌائي
ڪنيا کي ھنج ۾ کڻي ٿو. ھو ڏاڍو خوش آھي.)

**محمد:** ڀنڀور جي شھر ۾، محمد ڌوٻيءَ جي گھر اسان تو جھڙي
ھيري جو استقبال ٿا ڪريون. ڌيئڙي، تون خدا تعاليٰ جي
نعمت بڻجي لالا جي گھر جيءُ آئينءَ، نِڄُ آئينءَ. مان پاڻ
اؤلاد جو سڪايل آھيان. مون کي تہ بنا گھرئي بي بھا خزانو
ملي ويو. خزانو.

**ھڪ ڌوٻي:** سائين، سونھن ۾ تہ ننڍڙيءَ سائڻ سان چنڊ بہ
نہ پڄي...

**محمد:** رڳي يار، جڏھن چنڊ جو نالو ڪنيو اٿيئي تہ ھن
ماڻڪ جو نالو بہ ٿا کڻي رکون سسئي. چوڏس جو چنڊ،
سسئي. (سنگيت.)

**وائي:** ڀنَھلَ! نِيو پاڻَ سان، پورِھيتِ پرنياٽي،
چوري....

(رانديون ڪندي ڪندي، ڊڪندي ڊڪندي سسئي جوان
ٿي وڃي ٿي. سونھن ۽ جوڀن ڄڻ شبنم ۽ شعلو.)

**وائي:** پورھيو ڪَندِيس پرَ جو،
ڀرينديس پاٽي،
چوري...

(سرديسِي)

(پنھون پنھنجي تنبوءَ ۾ شان سان گاديلن تي ويٺو آھي.
ھن جي سامھون ھڪ ماڻھو بيٺو آھي.)

**ماڻھو:** قبلا، ڪيچ مڪران کان وٺي سنڌ ھند تائين ھنن اکين
ھزارين لکين حسن جا شھپارا ڏٺا آھن. پر حضور، سسئي،
سسئي آھي. آھي تہ محمد ڌوٻيءَ جي دختر پر رھندي
آھي محل جھڙي مڪان ۾.

**پنھون:** اڇا!

**ماڻهو:** پنهنجن ساهڙين جي وچ ۾ ائين لڳندي آهي جيئن....
**پنهون:** (مرڪندي) ستارن ۾ ماهتاب!
**ماڻهو:** (سر لوڏي) جي، جناب!
**پنهون:** ته هل ميان! دير وري ڇا جي؟ هاڻي اسان جو قافلو پنڀور ۾ ئي هلي منزل ڪندو.
(سسئي ساهڙين سان گڏ مشڪ ۽ عنبر خريد ڪرڻ لاءِ پنهوءَ جي قافلي ڏانهن اچي ٿي.
سسئي ۽ پنهونءَ جون نظرون پاڻ ۾ ملن ٿيون.
ٻئي هڪ ٻئي ڏانهن نهاريندا رهن ٿا.
سسئيءَ جون ساهڙيون هن کي ڳهلي وٺي ٿيون وڃن. پر ٿورو اڳتي وڃي سسئي وري پنهونءَ ڏانهن نهاري ٿي.
(ٻنهي جون نظرون ملن ٿيون. چپ مرڪي سلام ڪن ٿا.)
**وائي:** هوتَ! م ڇڏيو هيڪلي،
هيءَ جا ونِڌُرَ وڪاڻي!
ڇوري....

(سرديسي)
(محل جي هڪ ڪمري ۾ سسئي پلنگ تي ويٺي آهي. محمد بيٺو آهي.)
**محمد:** مان تنهنجي شادي ڪنهن به حالت ۾ اهڙي شخص سان نه ٿو ڪرائي سگهان جيڪو نه فقط پرديسي اجنبي آهي بلڪ پنهنجي ذات جو به نه آهي.
**سسئي:** ابا، پنهون به ذات جو ڌوٻي آهي. جي اعتبار نه اچيوَ ته آزمائي ڏسوس.
(پنهون درياه جي ڪناري تي ڪپڙا ڌوئي رهيو آهي. سسئي هن جي پرسان بيٺي آهي. پنهونءَ جي هٿن ۾ زخم تي ٿا وڃن ۽ ڪپڙا به ڦاٽي ليڙون ليڙون ٿي ٿا وڃن. پنهون ملول آهي.)

**سسئي:** (پنهونءَ جي هٿن ۾ پيل ڇالن ۽ تيل زخمن کي چمندي)
صدقي وڃانءَ توتان، قربان وڃانءَ تنهنجي محبت تان... فڪر نہ ڪر. هرهڪ ڪپڙي جي تہ ۾ هڪ بہ آشرفي وجهي ڇڏ تہ پوءِ ڪنهن وٽان بہ شڪايت ڪونہ ايندي.
سسئي ۽ پنهوءَ جي شادي طومان ۽ شان مان سان ٿئي ٿي. آري ڄام بيهوش ٿي ٿو وڃي. سندس ٿي پٽ چنري، هوتي ۽ نوتي ڪيس هوش ۾ آڻن ٿا.)
**چنري:** آبا، مان توهان جي سر جو قسم ٿو کڻي چوان تہ اسان ٽيئي ڀائر پنهونءَ کي هر حال ۾ واپس وٺي اينداسين.
(مجلس. چارئي خان ڀائر رقص بہ ڏسي رهيا آهن ۽ شراب بہ پي رهيا آهن.
پنهونءَ کي باقي ٽي ڀائر گهڻو شراب پيئارن ٿا. پنهون بيهوش ٿي ليٽي ٿو پوي.
اڌ رات جو خان ڀائر پنهونءَ کي اُٺ تي کڻي ڪيچ مڪران ڏانهن هليا ٿا وڃن.
سسئي ننڊ ۾ الوٽ آهي.
اُٺ ڊڪندو ڊڪندو اڳتي وڌندو ٿو وڃي.
سسئي ننڊ ۾ غلطان آهي.)
**وائي:** آديون! عبداللطيف چي،
ايندم آرياڻي،
چوري ڇڏ م ڇپرين.
(سر ديسي)
(سسئي زارو زار رئندي برپٽن، جهنگلن ۽ جبلن ۾ پنهنجي پنهونءَ کي ڳولهي رهي آهي.)
(شاهه لطيف ۽ جوڳي هڪ شاهي وڻ جي هينان وينا آهن.)

**شاه لطيف:**

اي ڪم ڪميڻين، جئن سمهن پير ڊگها ڪري،
لوچين چو نہ لطيف چئي، هاري! لئہ هوتن؟
لنڊن نياڱين ڪي، او پالا اچن،
سي پنهون ڪوه پچن؟ جي سنجهي رهن سمهي.

**هڪ جوڳي:** تون ڪوي آهين. تنهنجي پهچ پري پري تائين آهي. سرسوتيءَ جي توتي ڪرپا آهي. سنگيت ۽ مڌرتا تنهنجيءَ ڪوتا جون خاص خوبيون آهن. هنگلاج هلين ٿو. اُتي ڪالي ماتا سمهيل مدرا ۾ آهي. ڪاليءَ جي ڪرپا ٿيڻ تہ تنهنجيءَ ڪوتا ۾ اوچ گڻ بہ اچي ويندو. سورج تي چمڪندين، جڳ مٿان، سورج ٿي. انيڪ چنڊ پيدا ڪندين، انيڪ چنڊن ۾ پرڪاش پريندين، انيڪ چنڊن کي ڪلائون دان ڪندين.

(شاه لطيف سر جهڪائي ٿو. هن جي چپن تي هلڪي هلڪي مرڪ آهي.)

**ٻيو جوڳي:** الک....

**سڀ جوڳي:** نرنجن...

**جوڳي:** جئہ گورکنات....

**سڀ جوڳي:** جئہ گورکنات....

**شاه لطيف:**

ستينءَ سنجهيئي، منهن ويڙهي مٿن جئن،
اوجاڳو اکين کي، جاتوءَ نہ ڏيئي،
هتان تو پيئي، ٿي ڪچو ڪيچين ڪرين!

**هڪ جوڳي:** سَسُئي ارٿات ششي. شَشي ٿيو چندرما. سو سَسُئي يعني چندرمکي. سسئيءَ جي ڪهاڻيءَ تي سيتا ماتا جي جيون ڪٿا جي پوري پوري ڇاپ آهي. جيون پر دک سهي

سهي آنت ۾ سيتا بہ ماتا پرتويءَ کي پڪاريو، جنهن قاتي کيس پنهنجي گود ۾ انتم وشرام ڏنو. پهنوار جو بد ارادو ڏسي سسئيءَ بہ پرماتما در ٻاڏايو. پرماتما سندس پت رکي. پهاڙ ڦاٽو ۽ سسئي اندر سمائجي ويئي.

**ٻيو جوڳي:** اهم برهم اسمي. مان ئي برهم آهيان. پاڻ کان الڳ نہ برهم آهي، نہ پرجاپتي، نہ پرماتما ۽ نہ پرميشور.

**شاهه لطيف:**

ڪونهي اُت ڪوهيار، جت تو پوري! پانئيو،
پند ۾ ڪر پهاڙ ڏي، وجود ئي وڻڪار.

**جوڳي:** الک نرنجن....

(وائيڊ شاٽ. دور کان جوڳين جو گرو مهايوگي پروتنات اچي رهيو آهي. هن جي عمر جو اندازو لڳائڻ مشڪل آهي. سنهڙو سڪل شرير پر ان مان شڪتي ۽ چستيءَ جون جڻ لاٽون نڪري رهيون آهن. قد ڪجھ ڊگهيرو، ڳچي لنبي، ڪمر سنهڙي، مٿي تي جٽائون، ڏاڙهي مڇون صاف، ڪلهي تي ردراڪش جي لنبي مالا، اکين ۾ تيج، نراڙ تي ترپنڊ. هو ان طرف وڌندو تو اچي جنهن جي ڇاپا ۾ جوڳي ۽ شاهه لطيف وينا آهن. سڀ کان اول شاهه لطيف جو ڌيان مهايوگي پروتنات ڏانهن ڇڪجي ٿو. ان کان ترت پوءِ ٻيا جوڳي بہ گروءَ ڏانهن نهارن ٿا. مهايوگي ويجهو ايندو تو وڃي. سڀ جوڳي ۽ شاهه هن جي سواگت ۾ اُٿي ٿا بِهن.)

**شاهه لطيف:** جِتِ نہ پکي پيرُ، تت نِمڪي باهڙي،
ٻيو ٻارِيندو ڪير، ڪاهوڙڪي، ڪير ري؟

(سرڪاهوڙي)

(پروتنات سڌو اچي ٿو شاهه لطيف جي اڳيان بيهي ۽ تيجوان اکيون کڻي ٿو شاهه جي اکين سان اٽڪائي. شاهه بيحد گنڀير آهي. ڪجھ ئي پلن ۾ پروتنات جون ڪوجهي اکيون پنهنجي تک جڏي مرڪڻ لڳن ٿيون. ساڳي وقت هن جي چپن تي

۾ هلڪي مرڪ اُڀري ٿي اچي.)

**پَروتناٿ:** پٽ لطيف، مٺيا وارو آهين، پر ڪجھ لٽ چڙهيل اٿيئي. سنساري سنديھ جي لٽ. سنو آهي، تمام سنو آهي. جن ڇلانگ ماري آهي، اُهي ڪڏهن ڪڏهن پٽ ۾ اچي پيا آهن. ڏاڪو ڏاڪو ڪري چڙهڻ ئي سچي گيان جو صحيح مارگ آهي.

**شاھ لطيف:** (اکيون جهڪائي) سوامي، منهنجي من ۾ توهان جي باري ۾ نہ ڪو سنسو آهي نہ سنديھ...

**پروتناٿ:** (شاھ کي آڏ ۾ ڪٽي، ساڄو هٿ مٿي کڻي) پٽ لطيف، يوڳي ترڪال درشٽا ٿيندا آهن. هڪ يوڳيءَ لاءِ نہ ڀوت آهي نہ ڀوشيہ پر هڪ لنبو ورتمان آهي. هڪ يوڳيءَ جي سامهون جڏهن ڪان جي ڪائي لڪڙي آندي ٿي وڃي تہ ان جو سڄو اتهاس يوڳيءَ جي ڪلپنا درشٽيءَ جي سامهون گهمي ٿو وڃي. اِتهاس، وڻ جي ٻج کان وٺي ان لڪڙيءَ جي شونيہ ۾ ليہ ٿي وڃڻ تائين. سڄو اتهاس، سڄي ياترا..... لطيف، تون اِهو ئي سوچي رهيو هئين نہ تہ هڙو سڪل، سنهڙو ۽ ڪمزور شرير ۽ نالو پروتناٿ!

**شاھ لطيف:** سوامي جي، مون کي ٽپرس هو. توهان لاءِ من ۾ ڪائي گستاخيءَ جي ڀاونا ڪونہ هئي... مان خدا جو....

**پروتناٿ:** نہ، پٽ نہ، قسم نہ کڻ. تون قسمن، شاهدين ۽ ثبوتن کان گهڻو گهڻو مٿي آهين. تنهنجو ٻول ئي پرماڻ آهي، ساکِشي آهي.

**شاھ لطيف:** تہ ڇا سوامي جي، ويد قران اِن ڪري ئي....

**پروتناٿ:** هائو، ان ڪري ئي. بلڪل ان ڪري ئي... ويدن کي ايشور رَچت چيو ويو آهي. بلڪل ٺيڪ آهي. قران کي الله جو ڪلام چيو ٿو وڃي، بلڪل ٺيڪ آهي. انهن گرنٿن جي رچنا ڪندڙن جو ايشور سان سڌو سمپرڪ هو. هنن پنهنجين ساڌنائن ۽ تپسيائن سان پنهنجيءَ آتما

جو، پنهنجيءَ چيتنا جو ايترو تہ وڪاس ڪيو هو جو هوُ ايشور سان گفتگو ڪري تي سگهيا. پنهنجي سامهون ڪيس گهرائي تي سگهيا ۽ پاڻ هن وٽ وڃي تي سگهيا... پٽ لطيف، اهو سچو چمتڪار مانسڪ اِستر تي ٿيندو آهي؛ جنهنکي صوفي تصوف سڏيندا آهن ۽ اهم برهم اسمي يا انا الحق جنهنجا لفظي چتر آهن. اِهي منتر ٻڌائيندا آهن تہ چوندڙ جي ڪيتري آتمڪ اُنتي ٿي آهي - روحانيت جي رستي تي ڪيترو اڳتي وڌيو آهي.

**شاه لطيف:** پر سوامي جي، اِهي منتر تہ ڪير بہ چئي ٿو سگهي.

**پروتناٿ:** (مرڪندي) برابر، ڪوئي بہ چئي ٿو سگهي پر پوءِ انهن منترن مان آتما نڪري ويندي. پوءِ اهي فقط لفظ هوندا، منتر نہ. لطيف، من وچن ڪرم جو ميلاپ ئي شبدن کي منتر بڻائي ٿو.

**شاه لطيف:** گيان جو، وديا جو آهي ڪوئي انت؟

**پروتناٿ:** نہ ڪو آد، نہ ڪو انت! انيڪ ڪوٽي جنم کپن هن وشو، هن سرشٽيءَ کي سمجهڻ لاءِ. پوءِ بہ رشين چيو آهي. نيتي نيتي. هي بہ نہ، هوُ بہ نہ!

**شاه لطيف:** ڪمال پرکن اِئين بہ چيو آهي تہ پاڻ سڃاڻي لہ پرماتما.

**پروتناٿ:** ڇا، پاڻ سڃاڻڻ ايترو سؤلو ٿو سمجهين؟ جو پنڊي، سو برهمنڊي... جيڪو برهمانڊ ۾ آهي سو تنهنجي شرير ۾ بہ آهي. پر، مان وري ٿو چوان: ڇا پاڻ کي، پنهنجي پنڊ کي، پنهنجي هستيءَ کي سڃاڻڻ سؤلو آهي؟

(شاه لطيف ڪنهن اونهي سوچ ۾ گم ٿي ٿو وڃي. لڳي ٿو هو ڪنهن ٻيءَ دنيا ۾ پهچي ويو آهي. پروتناٿ ڪجھ دير ٽڪٽڪي لڳائي هن جي چهري کي ڏسي ٿو ۽ پوءِ پاڻ بہ خيالن ۾ گم ٿي ٿو وڃي. اُتي ڪنا ٽيل ٻيا جوڳي جيڪي ڌيان سان پنهنجي گروءَ ۽ شاه لطيف جون ڳالهيون ٻڌي رهيا

هئا، هائي اُنهن ۾ ب ڪجھ چرپر پيدا ٿئي ٿي ۽ هيڏانهن هوڏانهن نهارڻ لڳن ٿا. ب ٿي جوڳي اڳتي وڌي وچي هڪ وڏي پٿر تي ويهي ٿا رهن. انهن جي ديکا ديکي ڪجھ ٻيا جوڳي ب آس پاس ڪٽي ن ڪٽي ويهي ٿا رهن. پر سڀ آهن پنهنجي گرو پروتنات ۽ شاھ لطيف جي ويجهو ئي.)

**شاھ لطيف:** گروءَ بنا گت ڪونهي.

(پروتنات خاموش آهي)

**شاھ لطيف:** دوُد دل تان دوُر ڪَري،

ڪَرِ ساجَن! صفائي،

منَ لا شيخ له فشيخه اَلشيطان،

اِن رءِ اونداهي.

(سرديسي)

**پروتنات:** هائو لطيف، گروءَ بنا، مرشد بنا، اونداهي ئي آهي. آتمڪ ياترا ۾ انيڪ وگهن، ٻاڌائون آهن، خوُف ۽ خطرا آهن. جڳياسوءَ کي، طالب کي، جيسين ڪوئي سچو گرو، ڪامل رهبر ن ٿو ملي تيسين هن لاءِ منزل تي رسڻ ممڪن ناهي....

(شاھ لطيف پوري ڌيان سان مهايوگي پروتنات جون ڳالهيون ٻڌي رهيو آهي. جدا جدا مدرائن ۾ ويٺل ۽ الڳ الڳ قسم جي ڪمن ۾ لڳل جوڳي ب هنن جي گفتگو ڪن لائي ٻڌي رهيا آهن ڇو ت هنن لاءِ ب ڪيترائي نقطا لاڪاري ۽ روشني بخش آهن.)

**پروتنات:** آتمڪ مارگ ۾ ڪئين موڙ آهن، ڪئين طلسمي دوکا آهن، ڪئين گمراھ ڪندڙ شڪتيون آهن، ڪئين سبزباغ آهن ۽ ڪيتريون ئي مرگ-ترشنائون آهن. انهن سڀني آپدائن مان فقط هڪ پورڻ گروُ ئي جڳياسوءَ جي رکيا ڪري ٿو سگهي.

(شاه لطيف پروتنات ڏانهن ان طرح تو نهاري جڻ ان ڳفتي جي ڪيس اڃا به وڌيڪ سمجهائي گهرجي. وضاحت گهرجي.)

**پروتنات:** نيڪ آهي پٽ لطيف، آسان توکي اِها حقيقت سؤلي نموني تا سمجهايون... آتمڪ مارگ تي ڪجھ ئي قدم کڻڻ کان پوءِ تماشا شروع ٿي تا وڃن.... اسان انهن تيندڙ گهٽنائن کي تماشا تا چئون جيتوڻيڪ جڳياسو انهن کي چمتڪار سمجهندو ۽ ان مايا جار ۾ ڦاسي اِئين سوچيندو جڻ ته ڪيس ڪي الؤڪڪ شڪتيون ملي ويون آهن. حقيقت ۾ اُهي مايا جا رنگ هوندا آهن، شيطان جون شرارتون هونديون آهن. هڪ جڳياسوءَ کي، هڪ طالب کي گمراه ڪرڻ لاءِ، هيٺ ڪيرائڻ لاءِ؛ جيئن اُهو جڳياسو پنهنجي منزل تائين نه پهچي سگهي. نه ايشور ۾ لين ٿي سگهي ۽ نه الله جي اڳيان سرخرو ٿي سگهي. اُن سروَشڪتيمان سان هڪ ٿي سگهي.

**شاه لطيف:** شيطان جي شرارتن کان ته مان به واقف آهيان. ان کان بچڻ جو طريقو آهي: خاسڪاري، تواضع. سوامي جي، جا سيني ڳڻن ۾ مؤل ڳڻ آهي. جنهن وٽ هوندي نوڙت اُن وٽ ٻيا ڳڻ پاڻهي پڄندا ايندا ۽ شيطان جون ڪلابازيون، هن جو وار به ونگو ڪري نه سگهنديون. سوامي جي، مان ته هر هر پاڻ کي اهو ئي چوندو آهيان ته:

پايو منهن مونن ۾، غربت ساڻ گذار،
مفتي منجھ وهار، ته قاضيءَ ڪانيارو نه ٿئين.

(اوم جو آواز اوور لئپ ڪري ٿو. پروتنات ۽ شاه آواز طرف نهارين ٿا.

ٿورو ئي پريرو هڪ جوڳي ٻئي ٻانهون پنيان ڪري، هٿن جي ترين جي آڌار تي زمين تي پنيرو ليٽيو پيو آهي. هو پنهنجن ئي خيالن ۾ محو آهي ۽ ان حالت ۾ ئي هن جي منهن مان ٻه چار دفعا اوم. اوم جو آواز نڪري ٿو وڃي. اوچتو، آسمان

طرف نهاريندي هو ڪبير جو هڪ دوهو آلاپي ٿو:)

**جوڳي:** گگن منڊل ۾ اونڌا ڪئان،
ته امرت ڪا واسا!
سگرا هوئي سي جهر جهر پيا،
نگرا جاه پياسا!!

(شاه لطيف سوالي نگاهن سان مهايوگي پروتناٿ ڏانهن نهاري ٿو.)

**پروتناٿ:** گگن منڊل ۾ اونڌي منهن وارو هڪ امرت ڪنڊ آهي. ان کي جوڳي چندر تَتِوَ به چوندا آهن. ان امرت ڪلش مان لڳاتار امرت ڌارا وهندي رهندي آهي. جيڪو ان امرت ڌارا جي چکي پيئندو آهي، اهو اجر امر ٿي ويندو آهي. پر اهڙو نصيب ڪنهن مڪت يوگيءَ جو ئي ٿي سگهندو آهي، جنهن کي ڪوئي پورڻ گرو مليو هجي. ڪبير ان دوهي ۾ ناٿ پنٿي يوگين جي ان مڪتا جو ئي ورنن ڪيو آهي.

**شاه لطيف:** سوامي جي، مون قران شريف جو مطالعو ڪيو آهي، مڪمل صدق سان. جلال الدين روميءَ جي مثنوي نه بر زبان ياد اٿم. پنهنجي تڙ ڏاڏي شاه عبدالڪريم بلڙيءَ واري سائين جو ڪلام ته رڳ رڳ ۾ رچيو پيو آهي. پر، سوامي جي، هيءَ اونڌي منهن وارو امرت ڪنڊ.... چندر تَتِوَ.... انهن جو لاڳاپو شايد يوگ وديا سان آهي... مون لاءِ اهي نيون ڳالهيون آهن....

**پروتناٿ:** سنسار ۾ گهٽو ڪجهه نئون ناهي، فقط نالا بدليل آهن. مؤل وستو ساڳي آهي، فقط جدا جدا ڪندڙن ۽ جدا جدا پاسن تي جدا جدا ودوانن ۽ وچارڪن پنهنجي درشٽي وڌي آهي.... تو پنهنجي تڙڏاڏي جي باري ۾ ٻڌايو هو ته تنهنجي باري ۾ هن هڪ اڳڪٿي ڪئي هئي...

(شاه لطيف جواب ڏيڻ جي بجاءِ هاڪار ۾ سر لوڏي ٿو. هن جون اکيون پهريون هيٺ آهن پوءِ منهن ٿورو مٿي ڪري

پروتناٿ ڏانهن نهاري ٿو.)

**پروتناٿ:** ان کي يوگي پوشيہ درشٽي ۽ سنڪلپ شڪتي چوندا آهن. ٽي ٽو سگهي تنهنجي تڙ ڏاڏي جي آئينده ڏسندڙ اک توکي ۽ تنهنجي آستان کي پنهنجي سامهون مورت روپ ۾ ڏنو هجي... يا اِئين بہ ٽي ٽو سگهي تہ هن جي من ۾ اِها اِڇا پيدا ٽي هجي ۽ هن پنهنجي سيني روحاني قوتن کي ڪٺو ڪري سنڪلپ ڪيو هجي تہ هيئن ٿئي ۽ ائين ٿي ويو. تنهنجي تڙڏاڏي جو اڏ سنڪلپ تہ پورو ٽي ويو. تون سنسار ۾ اچي وئين....

(پروتناٿ مرڪندڙ نظرن سان شاھ لطيف ڏانهن نهاري ٿو. هن جي چپن ٽي بہ هلڪي مرڪ آهي. شاھ لطيف ماڪل چپ آهي.)

**پروتناٿ:** پرماتما چاهيو تہ تون آستان بہ جوڙيندين. آخر پٽ لطيف، هي سڄو برهماند پرميشور جي سنڪلپ جو ئي تہ نتيجو آهي. قران ۾ بہ تہ اِهڙو ورنن آهي. ڪيئن؟

**شاھ لطيف:** هائو. آهي. 'ڪُن فيڪون.' ڏٽيءَ حڪم ڪيو تہ 'ٿيءُ' ۽ ڪائنات جڙي ويئي.

(شاھ لطيف جي سوچ ۾ ٻڏل اکين جو ايڪسٽريم ڪلوز-اپ)

فيڊ - ان

**نظارا:**

(1) باهه ۾ جلندڙ مڪان. ڊپ ۾ جانورن جيان ٿهي پچندڙ اِنساني چيخون.

(2) ’مارو، مارو سالون ڪو -‘ جا آواز. هٿن ۾ خطرناڪ هٿيار کڻي حملہ ورن جا حملا.

(3) رت ۾ ٻڏل ڪي لاش.

(4) جيپ مان ٿيندڙ فائرنگ ۽ چيخون.

(5) ڪي زخمي اِنسان. موت سان ڪشمڪش ڪندڙ زخمي ٻار-ٻڍا.

(6) عورتن سان ٿيندڙ بي - حرمتون وغيره.

(7) آخرين ملاقاتن وارا سڏڪا.

(ڪئميرا وائيڊ مان زوم ٿي، بالڪني ۾ بيوسيءَ مان بيٺل شيخ اياز تي پهچي ٿي ۽ بئڪ گرائونڊ ۾ شيخ اياز جي ڪويتا ٻڌڻ ۾ اچي ٿي:)

**ڪويتا:** (مرداڻي آواز ۾)

جنهن وقت ڪپيل سر جاچيان ٿو
مان هٿ ۾ ڪالي ماتا جو،
سوچان ٿو گونج محبت جا
ڇا هيهر ڦٽندا ڌرتيءَ تي؟
ڌرتي جا ڪيئي ورهين کان
ڪنهن ورڪا لاءِ سيڏائي ٿي،
پر ڪارا ڪارونڀار هتي
نفرت جائي ڦهلائي ٿي
ڪنهن وقت تنبورو ميران جو
اِن ڪاري ڪارو نيار منجهان
ڇا گيڙو بادل ٿي وسندو؟

مان سوچان ٿو ڇا نانڪ مان،
وسڪار اُڪيرن جي ٿيندي؟
ڇا چرخو ٻيهر ڇوريندو
ڪنهن وقت ڪبير اچي مون وٽ
۽ مون سانُ اندر اوريندو؟
ڪنهن وقت پنائيءَ جي پٽ تي
ڪو مومل راڻو ڳائيندو؟
يا ڏاڳهه اچا پيئي ٻرندي
۽ ان کي ڪونه وسائيندو؟
جيڪي ٻه ٽئي، هن رستي تي
مان ويندس حد نظر تائين،
هي رستو نيٺ ته ڪنڌو آ
۽ اڇٽو آهي گهر تائين،
ڇا لاءِ ته پيار امر آهي
۽ نيٺ تڪار نه رهڻي آ،
ڪنهن وقت ته ورندو واءُ جڏهن
دل دل ڪان ڏار نه رهڻي آ.

**سکر ۾ اياز جو گهر / ٻاهر / ڏينهن**

(وائيڊ شاٽ. ڪئميرا وڏيءَ پکيڙ ۾ پکڙيل شيخ اياز جي پراڻي سکر ۾ اڏيل سيمنٽي رنگ جي شاهي عمارت کي ڪوَرَ ڪري ٿي. ڇوڏاري عالم پناه جي اوچي ديوار. عمارت جي ديوارن تي ڪئين رنگارنگي سياسي نعرا نظر اچي رهيا آهن. سلوگنس 'مرسون مرسون سنڌ نه ڏيسون!' ڪئميرا ان شاهي عمارت کي جدا جدا ڪندن کان ڪور ڪندي رهي ٿي. اياز جو گهر ته - منزله عمارت آهي ۽ پريان ڪنهن شاهي آڳبوٽ جيان لڳي ٿو.

عمارت جي ڪورنگ سان گڏ، اياز جو مشهور انقلابي نغمو گونجندو رهي ٿو. ان سڄي درشيہ جو اثر دل تي اهو پوڻ گهرجي تہ ڄڻ سنڌ جي سڄاڳيءَ جو انقلابي نغمو پراڻي سکر جي ان عمارت مان ڦٽي نڪتو آهي ۽ پوءِ سڄي سنڌ تي ڇانئجي ويو.)

**انقلابي نغمو:** (مرداڻي آواز ۾)

انقلاب انقلاب ڳاءِ
انقلاب ڳاءِ!

جيئن زمين آسمان جي کلي پئي زبان
ڪنڊ ڪنڊ، چونڪ چونڪ، شهر شهر، ڳوٺ ڳوٺ،
جيئن ڏئي اُٿي جواب!
انقلاب، انقلاب!
ڊوڙ هن سماج کي
لوڙ سامراج کي
ٺاهه سو نئون نظام
جو چڱو چئي عوام
هي نظام آ خراب!
انقلاب، انقلاب!....
ڳاءِ ڳاءِ اي نوجوان!
جيئن زمين آسمان
جي کلي پوي زبان
چوي اُٿي زندگي:
انقلاب، انقلاب!...

(ڪٽ)

## ميدان / ٻاهر / ڏينهن

(وائيڊ شاٽ. ڪئميرا پاڪستاني سنڌين کي ڪور ڪري رهي آهي. چهرن تي سختي اٿن. جسم فولادي. اکين ۾ اُلا. هر عمر جا مرد. هر پيشي سان واسطو رکندڙ مرد. ڪي سلوار قميص ۾ ملبوس. ڪن جا مٿا اُگهاڙا تہ ڪن کي گول ٽوپيون پيل. ڪن جي مٿي تي سنڌي ڍنگ سان ٻڌل پٽڪا آهن. ڪجھ عورتون ۽ ڇوڪريون بہ نظر اچن ٿيون، پر اُهي سڀ خاموش آهن. ڪئميرا کين جدا جدا ڪندن کان ڪوَرَ ڪري ٿي. اياز جو هڪ شعر اوورلئپ ڪري ٿو:)

**شعر:**

جيئن لَڪُ لڳي، تيئن رُڪَ ٿيا!
هي ماڻهو وہ جو ڍڪ ٿيا!!
جيئن لَڪُ لڳي، تيئن رڪ ٿيا!!

(رستي تي هلندڙ چلندڙن جو مٿان ورتل شاٽ.)

ڏينهن منهنجي ڏيہ جا،
ماڻهو ميگھ ملهار!

(ڪٽ)

## رستو/ ٻاهر / ڏينهن

(نئين سکر کان پراڻي سکر ڏانهن ويندڙ رستو. هڪ ڪار ۽ ڪجھ ٽانگا (بگيون) رستي تي نظر اچن ٿا. ڪار، ٽانگن کي اوورٽيڪ ڪري پوئتي ڇڏيندي ٿي وڃي. رستي جي ٻنهي پاسن کان سکر شهر جون تاريخي عمارتون. هن درشيہ ۾ گهوڙن جي ٽاپ ٽاپ جو آواز لڳاتار جاري رهي ٿو. گويا اهو آواز درشيہ جو بئڪ گرائونڊ آهي. اياز جي جدا جدا ڪويتائن جون سٽون گونجنديون رهن ٿيون.

هڪ بگيءَ ۾ وينل نراس، نربل ۽ دلشڪست ٽن چئن ماڻهن

جي چھرن کي ڪئميرا ڪَوَر ڪري ٿي. ڪلوز - اپ.)

هي جي پٿر پٽ، جن ۾ چرپر ناه ڪا،
جي تون چورين چنگ کي، جاڳي اُٿن جهٽ،
گونج نہ پانئاڄ گهٽ، پڙڪي تہ پنيٽ ٿئي!
(ڪئميرا وڻن کي ڪوَر ڪري ٿي.)

هي جو ڏونئرن ڏيہ، مونکي مليو ڏاج ۾،
اهڙو ڪو ساٿيہ، آءٌ نہ پانيان پونءَ ٿي!
(ڪئميرا ڪار ۾ ويٺل اياز جي چهري تي. هينئون شعر اوور لئپ ڪري ٿو:)

مون ويندي تن جا پير ڏٺا،
مون ڇا ڇا مڙس مٿير ڏٺا،
جي ڪيئي سچ اُپاري ويا،
جي ڪيئي سچ سمائي ويا.
(ڪار تيز رفتار ۾. ڪار هڪ ٻڳيءَ کي اوور ٽيڪ ڪري ٿي. رستي جي هڪ ڪنڌ ڪان، هڪ ڪکائين جهوپڙيءَ جي ٻاهران اُس ۾ هڪ سهڻي، سڊول ۽ جوين رس سان ڀرپور عورت اُکريءَ ۾ پيل ان ڪڻن تي مهريءَ جا ڌڪ هڻي رهي آهي. هن کي سلوار ۽ ڳچيءَ وٽ رنگين شيشا ڀريل ڪڙتو پيو آهي. آس پاس ٻہ ٽي ٻار اِتي ڏڪر راند ڪري رهيا آهن. شيخ اياز جو ڪلوز - اپ)

مهريءَ مٿان هٿ، لٿي اُس آڪاڙ جي،
ڀگهر ڦڙو نرڙ تان لهي پڳونٽ،
موتيءَ کهڙي وٽ، ان ۾ مهڪ نہ منڊ جي!
(رستي تان ٻگيون وڃي رهيون آهن. ٻگين وارا ڦيٽي سان چابڪ گسائي مخصوص آواز ڪڍي رهيا آهن ۽ پنهنجي منهن مان بہ 'هل پٽارا،' 'ٻڪ جاني' وغيره آواز ڪڍي ٻگين کي وڌيڪ تيز ڊڪائين ٿا. پريان ڪار اچي رهي آهي. ڪار ٻن

ٽانگن کي اوور ٽيڪ ڪري ٿي. ڪئميرا ڪار ۾ ويٺل اياز جي چهري تي. ڪجهه دير اياز تي فوڪس.)

پاڻيءَ بتيلو،
اڏريا پکي مند جا،
ٻه طرفو ميلو.
ڏيهي پرڏيهي ٿيا، پرڏيهي ڏيهي
اڳڻ آيا اوپرا، نڪري ويا نيهي
پراوا پيهي، والاري ويا سنڌڙي

(ڪئميرا آس پاس جي ماحول کي ڪوَر ڪري ٿي. عمارتون، رستي مان ڦٽي نڪرندڙ واٽون. وڻ - ٽڻ، آسمان، بگيون، ڪار. اياز جو ڪلوز - اپ. تليءَ جو ميدان، جتي راجا ڏاهرسين جي استري مهاراڻي لاڏي عربن سان وڙهي هئي ۽ اُتي پيل ٻه پٿر جن لاءِ چيو ويندو آهي ته ٻه ڪافر پنڊ پهڻ ٿيا پيا آهن. اُهي اياز جي چهري جي مٿان سپرامپوز ڪيا وڃن ٿا. ڪجهه ئي دير ۾ شاهه جي ڀٽ کي سپرامپوز ڪيو وڃي ٿو. ۽ پوءِ مئن جي دڙي جا کنڊهر سپرامپوز ٿين ٿا. اياز جي ڪويتا اوورلئپ ڪري ٿي:)

ڪويتا:

ڇا سر راڻو مٺي آهي؟
ڇا ڪوهياري مٺي آهي؟
آءٌ ڀنائيءَ لاءِ پڇان ٿو،
ڀٽ ته ساري مٺي آهي.

(ڪار اڳتي وڌي رهي آهي. ٽاپ ٽاپ ٽاپ جو آواز بئڪ گرائونڊ ۾ جاري. اياز جي پٿر جهڙي پاڙ - هيٺ چهري جو ڪلوز اپ.)

مون ذات انوکي آندي آ.

ٿي تند وڙهي تلوارن سان
ٽڪرايان پنهنجا گيت جڏهن
تو آئون سنڌ ديوارن سان،
تا تنهنجا پاري برج لڏن
تون هيٺو آن هٿيارن سان!
مون ذات انوکي آندي آ،
ٿي تند وڙهي تلوارن سان!

(بگيون ۾ ڪار. ڪار اڳتي وڌندي وڃي ٿي. بگيون پوئتي رهجي وڃن ٿيون. هاڻي ڪار رستي تي اڪيلي آهي. پر ٻڪندڙ گهوڙن جي ٽاپ ٽاپ جو هلڪو آواز بئڪ گرائونڊ ۾ اڃا جاري آهي.

ڪار لنبي رستي تي تيز رفتار سان اڳتي وڌندي تي وڃي. شاٽ، درشڪن جي Point of View کان ورتو ٿو وڃي. يعني ڪار ۾ ان ۾ سوار اياز وغيره نظر ڪونہ ٿا اچن؛ فقط خالي رستي تي درشڪن جون نظرون اڳتي ۾ اڳتي ڏڪي رهيون آهن:)

مان سوچيان ٿو اڳتي ڇاهي،
هي سپنو ٿو ڪيڏانهن وڃي؟
مان ڇا آهيان؟ مان ڇو آهيان؟
۽ هرڪو ٿو ڪيڏانهن وڃي؟
مان بيٺو روز بتيلي تي،
اوڙاه اُفق ۾ گهوريان ٿو.
آ رات لٿي، ٿي ننڊ اچي،
مان پنهنجون اکڙيون پوريان ٿو.
مان پنهنجون اکڙيون پوريان ٿو.
مان پنهنجون اکڙيون پوريان ٿو..
پوريان ٿو - پوريان ٿو.....

(اوچتو سڀ ڪجھ شانت. مڪمل خاموشي. ڀيانڪ خاموشي. سڄي ڪائنات ڄڻ فريز ٿي ويئي آهي. هڪ گلاب جي گل جو ايڪسٽريم ڪلوز اپ.)

ون - ٽڻ وسنتي ويس جا،
ڦهراڻ پائيندا جڏهن،
مان نہ هوندس!
جنهن وقت اُجهامن ٿا ٽانڊا.
ڪجھ چڻگون رک ڇپائي ٿي.
ڪو ٻيهر ٻارڻ ٻاريندو،
ڄڻ تنهنجي لاءِ واجهائي ٿي!

(ڇوليون مارينڊڙ ڀيانڪ سمنڊ)

**پراڻو سکر / اياز جي گهر ۾ ڊرائنگ روم / اندر/ رات**

(ڪئميرا ڪلوز اياز جي بليڪ ائنڊ وائيٽ تصوير تي. ڪئميرا پل بئڪ ڪري ٿي ۽ اسان ڏسون ٿا تہ هڪ خوبصورت ڊرائنگ روم آهي، فرش تي غاليچو وڇايل آهي. چوڏاري سوفا سيٽ پيا آهن. هڪ ڪنڊ ڪان وڏي ميز پيئي آهي. ميز مٿان ڪتابن جو شيلف ۽ شيلف ۾ اڪيچار ڪتاب. پاسي ۾ ٽي وي سيٽ پيو آهي ۽ اُن تي ٽي اياز جي تصوير پئي آهي. ميز تي ٽيپ رڪارڊر بہ پيو آهي. ڊرائنگ روم جي دروازي مان اياز اندر داخل ٿئي ٿو. ڪجھ دير هو دروازي جي فريم ۾ بيٺو تو رهي. پوءِ اندر وڌي ٿو. اياز ڪي اڇي سلوار ۽ اڇي لون جو ڦهراڻ پاتل آهي. پيشانيءَ تي ٽڙيل پکڙيل اڇا ڪارا وار. گهاٽا ڀرئون. عقابي اکيون. اياز جي هٿ ۾ ڪائي آڊيوٽيپ آهي. هو اُها ٽيپ رڪارڊر ۾ وجهي ٿو ۽ سئچ آن ڪري ٿو ۽ پاڻ وڃي آرام سان سوفا تي ويهي ٿو رهي.

ٽيپ رڪارڊر مان ’سائين مرنا‘ جي اِڪتاري تي وڄايل ڌن وڄڻ شروع ٿئي ٿي. سائين مرنا جون اڪتاري تي وڄايل Sad Tunes ريڊيو پاڪستان تان ڪنهن جي غمخواهي پروگرامن جي بئڪ گرائونڊ ۾ يا ڊيٿ اينورسريز جي موقعن تي نشر ڪيون وينديون آهن. جنهن جي هر تار، هر سُرَ مان، بيابان واڪا ڪري نڪري نروار ٿيندا آهن. ڌن اهڙي ته درديلي آهي جو ٻڌڻ سان اکين جي اڳيان مڪليءَ کان به وڏا قبرستان پکڙجي تا وڃن. اِڪتاري مان نڪرندڙ آواز چڻ ته سهيڙڻ جي علامت آهي يا پڃاڻيءَ جو احساس آهي.

اياز اکيون ٻوٽي درد ۽ دک جي مڌر سندرتا جو آنند ماڻي رهيو آهي.

اِن وچ ۾ اياز جي ڌرمپتني زرينا کهڙي وقت ڪمري ۾ داخل ٿي ۽ مرڪي سوفي جي هڪ ڪنڊ کان وڃي ويٺي؛ اُن جي اياز کي ڪائي سمڪ ئي ڪانه پيئي.

سائين مرنا جي سئڊ ٽيون هلندي رهي ٿي. اوچتو اياز کي سٽون گنگنائي ٿو:)

**اياز:** هي موت سدائين لاءِ نہ آ،

ها، هيءَ حياتي مرڻي آ،

اِن جيءَ جياپي جي ليڪن،

اڳتي پي ڪرڻي پرڻي آ.

**زرينا:** هن دنيا ۾ پڌاريا هجو تہ ڪجھ چوان....

**اياز:** زرينا، تون هتي ويٺي آهين؟ ڪيڏي مهل آئينءَ؟

**زرينا:** جنهن وقت توهان ڪنهن ٻئي وٽ هئا.

**اياز:** لڪيل چوٽ تي ڪرين؟ سو بہ هن عمر ۾؟

**زرينا:** توهان عمر جا پابند ڪڏهن کان ٿيڻ لڳا؟

(اياز ٻانهن ورائي هڪ ڪتاب کڻي ان جا پنا اُٿلائي پٿلائي ٿو. مرنا سائينءَ جي ڪئسيٽ اڃا چالو آهي.)

**زرينا:** توهان هن ڪئسيٽ ۾ ڏنو چاهي؟

**اياز:** چا هيءَ غمگين ڌن تنهنجيءَ دل کي پاڻ ڏانهن ڪونہ ٿي ڇڪي؟

**زرينا:** ڇڪي ٿي پر هر ڇڪيندڙ شيءِ ڏانهن ڇڪجي نہ وڃبو آهي.

(اياز هڪ ٻہ پل زرينا ڏانهن ڀرپور طرح نهاري ٿو ۽ پوءِ اکيون ڦيري ٿو.)

**اياز:** موت هڪ اٽل سچائي آهي. ۽ سچ هميشہ سندر هوندو آهي ۽ موت تہ منڍ کان وٺي مون لاءِ هڪ معمو رهيو آهي. رهسيہ رهيو آهي.... زرينا، مون توکي پنهنجي ننڍپڻ وارو واقعو ٻڌايو هو نہ؟....

(زرينا خاموش. اياز ڄڻ ماضيءَ ۾ ڪويل)

**اياز:** جڏهن مان ٽن سالن جو هوس تہ هڪ ڀيرو پنهنجي بابا سان گڏ شڪارپور جي هڪ باغ ۾ گهمڻ ويس. اُتي باغائي ڪانياٽيءَ سان ڇين ڇين ڪندڙ پکين کي مٽيءَ جي ڳوڙهن سان ماري ڀڄائي رهيو هو. هڪ پکي ڪري پيو. مون اُن کي هٿ ۾ کنيو تہ ابا چيو - ’هي مري ويو آهي.‘

مان پڇيومانس، ’مري ڪري ڪاڏي ويو آهي؟‘ منهنجو پيءُ منهنجي اِن سوال جو ڪوبہ جواب نہ ڏيئي سگهيو هو. اِها ڳالهہ مون کي اڄ تائين ياد آهي... ۽ زرينا، اڄ تائين نہ ڪوئي شخص ۽ نہ ڪوئي ڪتاب اُن سوال جو جواب مون کي ڏيئي سگهيو آهي.... ۽ ان ڪري مان موت کي هڪ اٽل حقيقت مڃي ڪري ان جي غمگين خوبصورتيءَ مان لطف ماڻيندو رهڻ پسند ڪندو آهيان....

**زرينا:** (اوچتو اُٿي ٿي) اڙي، مون کان وسري ويو.

(اياز هن ڏانهن نهاري ٿو)

**زرينا:** توهان جي پنيان ڪوئي آيو هو. هند جي ڪنهن ليکڪ توهان لاءِ ڪتاب ڏنا هئس. اُهي کڻي آيو هو....

(اياز چپ. زرينا وڃي ٿي.)

**اياز:** اِهو ئي بهترين رستو آهي. ورنه ڪتاب پوسٽ مان ئي غائب ٿي ٿا وڃن. سي. آءِ. ڊي. وارا خط به کڻيو وڃن، ڪتاب به کڻيو وڃن.

(زرينا ڪجهه ڪتاب کڻي ڊرائنگ روم ۾ داخل ٿئي ٿي ۽ ڪتاب اياز جي اڳيان صوفي تي رکي ٿي. پاڻ به ٻئي صوفي تي ويهي ٿي رهي. اياز ڪتاب اُٿلائي پٿلائي ڏسي ٿو. ڪن ڪتابن جون وچ وچ مان به ٿي سٽون پڙهي به ٿو.)

**اياز:** واه! واه!

(زرينا اياز ڏانهن نهاري ٿي.)

**اياز:** شيام جو هيءُ ترائيل ٻڌ:

سنڌ کي ڪونه ڇڏائي ڪو سگهي سنڌين کان،
سنڌ سنڌين ۾ وسي، سنڌ هِتي، سنڌ هُتي!
ملڪ ٻٽجي ٿو مٽيءَ سان نه، مگر ماڻهن سان،
سنڌ کي ڪونه ڇڏائي ڪو سگهي سنڌين کان!
ڄاڻ ماڻهن جي پوي صاف سندن ٻوليءَ مان،
شيام، ڳالهائجي سنڌي ٿي جتي، سنڌ اُتي!
سنڌ کي ڪونه ڇڏائي ڪو سگهي سنڌين کان!
سنڌ سنڌين ۾ وسي، سنڌ هِتي، سنڌ هُتي!

**اياز:** زرينا، اسان سڀ سنڌي پوءِ هندو هجون يا مسلمان، صوفي طبيعت وارا آهيون. تعصب مان نه ڄاڻون پر محبت نڀائي ڄاڻون ۽ سک ۾ ڪنڌ ڪپائي ڄاڻون.

ياد هوندءِ ته 1963ع ۾ هندستان ويو هوس. زرينا، ڏهن آڱرين تي ڏه ڏيئا پيا ٻارين. الهاسنگر ۾ ته سڄي رات منهنجا يار مون سان گڏ جاڳندا رهيا ۽ منهنجو ڪلام ٻڌندا رهيا. اسان سڀ ڪليءَ هوا ۾ بلئنڪيٽ پائي ويٺا هياسين. ۽ مٿان ماڪ وسي رهي هئي. يارن جي قربن جون ڪهاڻيون ڪٿڻ واريون نه آهن.

(ڪئميرا اياز تي. اکين جو .E.C.U فلئش بئڪ شروع)

(ڪٽ)

(وائيڊ شاٽ. هڪ ڪليل احاطي ۾ اياز سان گڏ ٻامبي ۽ الهاسنگر جا ليکڪ ۽ شاعر ويٺا آهن. احاطي جي ٻن طرفن کان اوچون ديوارون آهن جن جي پنيان گهر آهن. باقي ٻن طرفن کان چار فوٽ کن اونچي ديوار ڪٽي چڻ حد مقرر ڪئي ويئي آهي. هڪ طرف کان اچڻ وڃڻ لاءِ لنگهه آهي پر اُتي ڪنهن بہ قسم جو دروازو لڳل ڪين آهي.

زمين تي وڏو فراس وڇايل آهي. ڪي اديب پٽين کي ٽيڪ ڏيئي ويٺا آهن ۽ ڪي وچم ويٺا آهن ڇو تہ شايد ڪين ديوار سان لڳل جڳهہ نہ ملي آهي.

اديبن کي ڪور ڪندا اسان اڳتي وڌون ٿا ۽ ان وقت ترسون ٿا جنهن وقت فريم ۾ اياز، سڳن آهوجا ۽ موهن ڪلپنا اچي ٿا وڃن. اياز کي سوٽ - ڪوٽ، اڇي قميض ۽ ٽاءِ پيل آهي. اياز جي ساڄي پاسي سڳن آهوجا اڇي رنگ جي شرٽ ۾ ملبوس وينو آهي ۽ کاٻي پاسي موهن ڪلپنا وينو آهي. موهن کي سوٽ ڪوٽ پيل آهي. موهن ڪلپنا جي مٿي تي پرپور ڪارا وار آهن. ٽنهي ڪمر تائين بلئنڪيٽ پاتو آهي. سرديءَ جي مؤسم آهي. ان ڪري هر ڪنهن اديب پاڻ کي ڪجهہ گرم رکڻ لاءِ ڪوئي نہ ڪوئي بندوبست ڪيو آهي.

ڪئميرا ڪجهہ ٻئڪ ڪري ٿي ۽ اسان ڏسون ٿا اُتم، سندري، راج، گيتا، قاصد، ڪرشڻ راهي، ڪشور پهوجا، گوپ گولاڻي، مست، ٿتن پرسواڻي، نرمل، گنو، مايا، هري موٽواڻي، ايم. ڪمل، ٺهل آزاد، آنچل، هيرو ٺڪر، ارجن شاد، گوبند مالهي، جگديش لچاڻي، سڪايل، جئوير، موتي پرڪاش، ڪلا پرڪاش، لعل پشپ، ڪويتا پشپ، موهن گيهاڻي، منوهر بيدي، ۽ ڪي ٻيا بہ شامل آهن. چانڊ جو دور هلي رهيو آهي.)

**سڳن آهوجا:** اياز، رات جو ڏهين بجي کان تو "**ڇوُ تون ڇا تو چاهين**" نظم سان پنهنجا شعر ٻڌائڻ شروع ڪيا آهن ۽ هاڻي صبح ٿيڻ وارو آهي ۽ تون اڃا ٿڪجڻ وارو

نه تو لڳين... شاعر آهين يا شعرن جي ڊڪشنري؟

**اياز:** دوستو، مون کي پنهنجي پوري شاعري ياد آهي ۽ مان چوويه ڪلاڪ سانده پنهنجا شعر حافظي سان پڙهي سگهندو آهيان. اڪثر اوقات مان شعر رستي ويندي جوڙي وٺندو آهيان ۽ اهو منهنجي ذهن ۾ محفوظ رهندو آهي. ان شعر کي پنجن ڇهن ڏينهن کان پوءِ ڪاغذ تي اُتاري ڇڏيندو آهيان.

**ڪلپنا:** اياز، تنهنجا شعر ٻڌي مون کي راٺي پرتاب جي زندگيءَ مان هڪ واقعو ياد اچي رهيو آهي.

(اياز پنهنجي هٿ سان ڪلپنا جو ڏورو مهٽي تو - مهٽيندو رهي تو.)

**ڪلپنا:** هڪ دفعي ڪوئي شخص چتور جي قلعي جي ٻاهران وينو هو. اوچتو هن کي قلعي جي اندران ست پيرا زور سان تلوار هلائڻ جو آواز آيو ۽ اِن تي اُنهيءَ شخص ڪنهن پاڙيسريءَ کان پڇيو، 'ڇا راٺو قلعي ۾ آهي؟' پاڙيسري حيران ٿي ويو ۽ جواب ڏيڻ جي بجاءِ اُلٽو اُن شخص کان سوال پڇيو ته، 'توکي ڪيئن خبر پئي ته مهاراڻا پرتاب قلعي جي اندر آهي؟' اُنهيءَ شخص جواب ڏنس ته، 'ست پيرا ساڳي زور سان تلوار جو وار فقط راٺو ئي ڪري سگهندو آهي.'

(اياز، موهن ڪلپنا ڏانهن پيار سان نهاري ٿو پر خاموش ٿو رهي. فلئش بئڪ ختم.)

**(ڪٽ)**

**پراٺو سڪر / اياز جي گهر ۾ ڊرائنگ روم / اندر / رات**

(ڪئميرا اياز جي چهري تان پل بئڪ ڪري ٿي ۽ اسان ڏسون ٿا ته آياز جي ڊرائنگ روم ۾ هو خود پاڻ پنهنجيءَ ڌرم پتنيءَ زرينا سان گڏ وينو آهي. درشيه اُهو ئي آهي. فلئش بئڪ شروع ٿيڻ کان اڳ وارو درشيه. آياز ۽ زرينا ساڳي

طريقي سان سائيي نموني وينا آهن.)

**اياز:** زرينا، ان تي مان موهن ڪلپنا ڏانهن پيار سان ڏسي خاموش ٿي ويو هوس. ڪنهن بہ ٻئي شخص مون کي زندگيءَ ۾ اِئين داد نہ ڏنو آهي، جو ٻڌي هن کي اُمالڪ پاڪر پائڻ تي دل ٿي هجي. رڳو موهن ڪلپنا ئي اهڙو شخص هو.

(زرينا مڙس ڏانهن پيار پريل اکين سان نهاري ٿي.)

**اياز:** پر مون موهن کي پاڪر پاتو ڪونہ.

**زرينا:** مون کي خبر آهي توهان شاعر ڪئين ڳالهيون خيالن خيالن ۾ ئي مڪمل ڪري ڇڏيندا آهيو ۽ پوءِ ڪلپنا ڪندا آهيو ڄڻ تہ اُهو سڀ ڪجهہ حقيقت ۾ ٿي ويو. ڪيئن؟

**اياز:** (ڄڻ پاڻ سان ڳالهائيندي:)

سر در - قدم يار فدا شد چہ بجا شد،

اين بار گران بوُد، آدا شد چہ بجا شد.

(زرينا اياز ڏانهن نهاري ٿي)

**اياز:** تصور جي طاقت بي اِنتها ٿيندي آهي، زرينا! تصوف، تصور جي شايد آخرين منزل آهي. سنڌ جي حوالي ۾ تصوف آسان جي تاريخ ۾ هڪ انقلابي حقيقت ٿي رهيو آهي. اتڪل بہ ڪن سال اڳ مون اسلم اظهر سان واعدو ڪيو هو تہ مان جهوڪ واري شاه عنايت جي شهادت تي ڊرامو لکندس. ان لاءِ مون پير حسام الدين راشديءَ جا ان موضوع تي ’نئين زندگيءَ‘ ۾ آيل مضمون ۽ تاريخ مان پيو مواد بہ سهيڙيو آهي پر اڃا ڊرامو لکي نہ سگهيو آهيان....

(زرينا وري اياز جي چهري ڏانهن نهاري ٿي. اياز هڪ ٻن پلن لاءِ زرينا جي اکين ۾ نهاري ٿو، پوءِ اياز پٽ تي لٽڪيل هڪ تصوير ڏانهن ٿو نهاري. تصوير جو ڪلوز اپ. تصوير ۾ ڊيڪاريل آهي تہ هڪ پيانڪ اونداهي غفا آهي پر ڪنهن المست ديواني جون بہ اکيون اُن کي ڏسي مسرت سان

پر تي ويون آهن. Death wish جي هڪ پرُ اثر تصوير ڪشي آهي.)

**اياز:** جهوڪ واري شاه عنايت جي شهادت تي مان اجا ڊرامو نہ لکي سگهيو آهيان چو تہ مان اڃا سوچيندو رهيو آهيان تہ اهڙا اِنسان جڏهن گهريءَ ڪڏ ۾ گهوري ڏسن ٿا تڏهن انهن کي ڇا ٿو نظر اچي؟ هوُ موت کي ڇا ٿا سمجهن؟ ڇو اُن جو آدرياءَ ڪن ٿا؟ ان موُت جو، جيڪو هر ڏيئي کي وسائي ٿو ڇڏي ۽ اِنسان کي ڪنهن ڪاري ڪارونڀار ۾ ڏڪي ٿو ڇڏي! ڇا ان ڪارونڀار جو ڪوئي ساحل آهي؟ ڇا اُهي شهيد پنهنجي شهادت کان اڳ ۾ ان ساحل جو شعوري احساس رکن ٿا؟ يا هو فقط تاريخ ۾ پڳتسنگهہ وانگر زنده رهڻ چاهين ٿا؟ تاريخ، ڇا هن پوريءَ ڌرتيءَ يا ڌرتيءَ جي ڪنهن - نہ ڪنهن حصي جي آهي! ڌرتي، ڇا هن ڪائنات ۾ تبڪي برابر بہ نہ آهي!

(زرينا عجب پريل نظرن سان پنهنجي پتيءَ ڏانهن نهاري ٿي.)

**اياز:** اِنسان، ڪيئن خوشيءَ سان جيئڻ تان آسرو پلي وڃن ٿا، درختن جي ڇانوَ تان، گلن جي سڳند تان، پکين جي اُڏام تان ۽ نينگرين جي اُنهن ڀرپور ڇاتين تان، جي انگين ۾ جهنگلي سهن وانگر ڦٽڪنديون آهن!

(زرينا چپ پيڪوڙي تکن نظرن سان اياز ڏانهن نهاري ٿي ۽ پنهنجو آنچل سنواري ٿي بي خياليءَ ۾)

**اياز:** هوُ اِهو چو نہ ٿا سوچين تہ جڏهن گهٽيءَ ۾ شهنايون وڄنديون، گيت گونجندا، ٺهڪڙا ايندا، تڏهن هو نہ هوندا، هنن جو لاش قبر ۾ هوندو.

ڇا اسان هميشه لاءِ مرون ٿا يا موُت کان پوءِ بہ زندگي آهي؟ ڇا، اِهو جواب مون کي فقط موُت جي آغوش ۾ وڃي ملي سگهندو؟ ڇا زندگيءَ ۾ مان ان حقيقت کي سمجهي نہ ٿو سگهان جا ڪن ڪن انسانن پنهنجيءَ شهادت کان اڳ سمجهي آهي؟

ٿي اچي ڪائي صدا،
مؤت چاهي؟
مؤت چاهي؟
جڻ پڇي پيئي هو،
مؤت چاهي؟
مؤت چاهي؟
پوءِ بہ پيھر هتي آئون ايندس، پرين!
هيءَ ڌرتي نہ مان اِئين ڇڏيندس، پرين!
جنهن وقت منهنجي مؤت تي،
ڪوئي اوهان ڏي خط اچي،
يا ڪا ٻي طرح معلوم ٿئي،
ماٺھو ٻڌن، ميڙو مچي،
تنهن وقت سيئي پانئجو،
آ جيئرو سپنو اچا،
وڌندو رهي ٿو پند ۾،
مون ڪان بہ پو جيڪو اچا.

**زرينا:** اڄڪلھ توهان موت تي گھڻو تا سوچيو. مونکي تہ وهم تو ٿئي. خدا خير ڪري.

**اياز:** جڳ مڙيوئي سپنو. پر ان سپني ۾ فقط هڪ ئي سچ آهي مؤت. مان ان تي ڪيئن نہ سوچيان؟

**زرينا:** ڇا مؤت ايترو پوائنتو آهي؟ مؤت شايد توهان کي بہ چرڪائي ڇڏيو آهي.

**اياز:** ڪيئن تي چوين تہ موت مونکي چرڪائي ڇڏيو آهي؟

**زرينا:** عيد جي ڏينهن باهر نڪرڻ کان ئي نہ پيا ڊڄو؟ توهان

پاڻ تنهن ڏينهن پڏايو تہ....

**اياز:** (هٿ کڻي) زرينا موت، شهادت ۽ ڪوس ۾ فرق آهي. تون پاڻ سوچ تہ عيد جي ڏينهن ڇا ڪيائون. ڪراچيءَ جي ڪلفٽن جهڙي صاف سٿري علائقي ۾ ڪيئي جانور ڪهي، رستا ۽ ايوان رت ۽ اوجهرين سان پري ڇڏيا هئائون. برابر منهنجي هيٺ لهندي يا ٻاهر ويندي دل ئي ڪونہ پئي ٿئي. ان ڪري ئي مون ڇئن ديوارن ۾ بند رهي ويڊيو تي 'The Wall' فلم ڏٺي. فلم ٻيءَ جنگ عظيم جي هلندي وارسا جي يهودي ٻاڙا (Ghetto) جي باري ۾ آهي ۽ ان دور جي باري ۾ لونءِ لونءِ ڪانڊارينڊڙ آهي. ڪيئن نازي جرمنيءَ ۾ مظلوم يهودين سان ريل گاڏيون پري انهن کي موت ڏانهن اماڻيو تو وڃي ۽ ڪيئن انهيءَ گونگيءَ، بيوس قوم ۾ ڪجھ نوجوان ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون هٿيار هٿ ڪري نازي فوج جي مزاحمت ڪن ٿا... زرينا، مان جي موت کان ڇرڪندو هجان تہ هرگز اهو نہ چاهيان تہ اِن ظلم کي هر سنڌي نوجوان ڇوڪرو ۽ ڇوڪري ڏسي. وارسا گهيٽو (Ghetto) جي مقابلي جي باري ۾ مون کي ليون يورس (Leon Uris) جي ناول ۾ ڏيکاريو ويو آهي تہ ڪيئن گهرن ۾ ناهيل بمن سان يهودي ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين نازي ظلم و ستم جو مقابلو ڪيو ۽ ويرماخت (Wehrmacht) جي ٽئنڪن کي اُڏايو هو...

(زرينا اوٻاسي ڏئي ٿي ۽ ڪجھ وڌيڪ آرام واري ڍنگ سان سوفي تي وهي ٿي. هن جي چرپر جي ڪري اياز جو ڌيان اوڏانهن وڃي ٿو ۽ اياز جو مونولاگ رڪجي ٿو وڃي. اياز پوءِ شيلف ۾ پيل ڪتابن جي سٽن ڏانهن نهاري ٿو. هڪ ڪتاب جو ڪلوزاپ. ڪتاب جو عنوان آهي EXODUS ۽ ليکڪ جو نالو ڇپيل آهي: LEON URIS. اياز اُٿي هٿ وڌائي اهو ڪتاب کڻي ٿو ۽ صوفي تي ويهي اُن جا پنا اُٿلائي پٿلائي ٿو.)

**اياز**: زرينا، اڄ تو مون کي هندستان مان موڪليل ڪجھ ڪتاب ڏنا. وچڻ وارن جي ياد کي تازو ڪرڻ لاءِ اهو ئي هڪ وڏو سبب هو. پر مان جڏهن هي ڪتاب ڏسندو آهيان تہ مون کي وڇڙيل يارن جي ياد ڏاڍو ستائيندي آهي.Exodus جو مطلب ئي آهي لڏپلاڻ. ۽ لڏپلاڻ هندستان کي مليل آزادي ۽ پاڪستان جي وجود تي هڪ بدنما داغ آهي. اِنسان لاءِ حيوان ۽ شيطان ٿيڻ ڪيترو نہ سؤلو ۽ سهاويڪ آهي!... ڏسي عجب ٿو لڳي.
(اياز جو ڪلوز اپ)

**اياز جو آواز**

مون جڏهن نارايڻ شيام کي بمبئي وڃڻ لاءِ پاٽيءَ جي جهاز تي چڙهيو هو تہ مون کي سنڌ جي ادبي دنيا ڊانواڊول ٿيندي نظر آئي هئي:

**درشيہ**

(اياز ۽ شيام پاڪر پائي بيٺا آهن. بئڪ گرائونڊ ۾ پاٽيءَ جو جهاز....
ڇوليون ماريندڙ سمنڊ...
دور دور دور ٿيندڙ جهاز...
پنيارو اياز - سمنڊ ڏانهن نهاري رهيو آهي. سمنڊ ۽ ڇوليون- اياز واپسيءَ لاءِ مڙي ٿو)

سنڌي اديبن جي اڪثريت هندو هئي ۽ اُهي لڳ ڀڳ سيئي لڏي ويا ها ۽ ڪراچيءَ جي شرناگتيءَ واري لئبرريءَ کان وٺي شڪارپور جي جماٽي هال واري لئبرريءَ تائين سڀ

(بيوس، عزيز، رام، ضيا، پوپٽي، اُتم، مالهي، ڪيرت، شاد، سگن وغيره جون تصويرون. لٽجندڙ لئبرريون. پکڙيل ڪتاب. ٽٽل ڪبٽ، ميزون ۽ ڪرسيون)

لئبرريون لتيون ويون هيون ۽ (زرينا جو (C.U))
سنڌي ڪتاب ڪراچيءَ جي
فٽ پاٿن تي رديءَ ۾ وڪاڻا
ها...... (فٽ پاٿن تي سنڌي ڪتاب. ماڻهن جا پير.)
اُن وقت مون بي - اِنتها
تنهائي محسوس ڪئي
هئي... (اياز جي چهري جو ڪلوز-اپ. غمگين ۽ نراس اکيون)

زرينا: توهان جي شاعريءَ، ۽ خيالن توهان لاءِ ڪيتريون نه مصيبتون ۽ تڪليفون پيدا ڪيون آهن. ڪڏهن سوچيو به آتو؟ پاڻ ئي لکيو اٿو:

”مون تہ چيو هو توکي، بابا!“
۽ پوءِ پوڙا لڙڪ لڙن ٿا
”اهڙا گيت لکين چو ٿو تون.
جو توتي زنجير وجهن ٿا!
توکي ديس- دروهي ڪوٺي
ڪوڙا ڪانئر بڪ بڪ ڪن ٿا“

پر ڪڏهن اُن تي عمل ڪيو آتو؟ ڪڏهن اسان جي درد تي بہ سوچيو اٿو؟

اياز: زرينا، ڪراچيءَ ۾ تہ هڪ نئون تجربو حاصل ٿيو. ارٽ جو انرٽ. مون هڪڙا بہ بيت لکيا آهن:

موت تہ سڀ جو ماڳ آ. سڀ جو تنهن ڏي پند.
ڪانئر اُلڪو ڪند. سورهيہ سنسو هار جو.
۽ جي تو اُلڪو ڪند جو، تون چا وڙهندي؟ وڃ!
تنهنجي رت ۾ ٿچ، ناه اسان جي آن مان.

هڪ ڏينهن هڪ ڪاليجي نؤجوان اچي چيو، ’سائين، توهان هي بيت سنڌي هندن تي لکيا آهن نہ؟ هنن کي ڪنڌ جو اُلڪو هو، وڙهيا ڪونہ، ڀڄي ويا.‘ زرينا مونکي غم بہ ٿيو، غصو بہ آيو ۽ کل بہ پئي آئي.

(زرينا اياز ڏانهن نهاري ٿي.)

**اياز:** زرينا، آزادي خون ڏيئي حاصل ڪبي آهي پر آزاديءَ کي خون سان سنان نہ ڪرائبو آهي. افسوس ان ڳالھ جو آهي جو جن آزاديءَ لاءِ خون وهايو انهن کي ئي پنهنجن اکين سان آزاديءَ جو اهو حشر ڏسڻو پيو. اسان تہ ڪئلي ڪان بہ پنهنجو گھر ڇڏائڻ ناپسند ڪندا آهيون. اسان تہ هڪ جيت کي بہ پنهنجي گھر کان دور ڪرڻ هڪ عظيم گناھ سمجھندا آهيون.....

(اياز جي اکين جو ايڪسٽريم ڪلوز-اپ)

**اياز:** زرينا، مون پنهنجي ڏاڏي جي ياءُ جي باري ۾ هڪ ڳالھ ٻڌي هئي، جا اڃا وساري نہ سگھيو آهيان. هو هڪ درويش صفت انسان هو. هو رات جو ميٽ ۾ ليمي جا پن پڄائي رکندو هو ۽ منهن انڌيري ۾، بہ ميل پنڌ ڪري، شڪارپور جي ڳاڙهي بنگلي پرسان کوھ تي وڃي وهنجندو هو. کھڙا بہ پارا پوندا ها، هوُ وهنجڻ ضرور ويندو هو.

هڪ ڀيري هو تہ سياري ۾ وهنجي گھر موٽي آيو تہ...

(ڪئميرا ڪلوز قميص مٿان چرندڙ ڪئلي تي. هو ان ڪئليءَ کي چپٽيءَ ۾ کڻي ٿو. ڪئميرا پل بئڪ ڪري ٿي ۽ اسان ڏسون ٿا تہ اياز جي ڏاڏي جو ياءُ ڪئليءَ کي هڪ شيشيءَ ۾ رکي رهيو آهي.)

**اياز جي ڏاڏي جو ياءُ:** (اياز جي ڏاڏي کي:) مان کوھ تي موٽي ٿو وڃان.

**اياز جو ڏاڏو:** ڇو، اڃا هاڻي تہ آيو آهين؟

**ڏاڏي جو ياءُ:** هيءَ ڪئلي منهنجن ڪپڙن تي انهيءَ ڪوهه وٽان چڙهي آهي. اِن جو گهر اُتي ڪٿي ڪوهه جي پرسان آهي. مان اِن کي پنهنجي گهر ڇڏڻ ٿو وڃان.

(اياز جو ڏاڏو مرڪندڙ اکين سان ياءُ ڏانهن نهاري ٿو.)

**ڏاڏي جو ياءُ:** ڪنهن کي بہ پنهنجي گهر مان بي گهر ڪرڻ جهڙو وڏو گناهہ دنيا ۾ ٻيو ڪوبہ نہ آهي.

(اياز جو ڪلوز-اپ)

**اياز:** زرينا، اسان جي پيڙهيءَ اِهو وڏو گناهہ ڪيو آهي.

(زرينا ۽ اياز هڪ ٻئي ڏانهن نهارن ٿا. ٻئي خاموش.)

(فيڊ آئوٽ)



# ايندو ڪو نہ وري تاجل آ !



تاجل بيوس

فيڊ - ان

درشيہ

(پردي تي شاهه لطيف جي تصوير ڏيري ڏيري نمودار ٿئي ٿي. بئڪ گرائونڊ ۾ شاهه جي ڪلام جون ڪجهه سٽون مرداڻي آواز ۾ پيش ڪيون وڃن ٿيون:)

**شاهه جو ڪلام**

اِسرو آهي، مونٖي ايندا، مون نہ ڇڏيندا. پاڻُ پسندا.
ايندا آديسي وري، دونهون دُکائي
پٽُر وارَ پر لَءِ، ويہ تون وڃائي
ڏُکَ لاهيندا ڏيل جا، ڳُجهو ڳالهائي
مون کي نيندا پاڻ سين، هي سڱ ساڳاهي
اديون! عبداللطيف چئي، اِهُ اهڙوئي آهي.

(شاهه لطيف جي صورت شيخ اياز جي صورت ۾ تبديل ٿي وڃي ٿي ۽ بئڪ گرائونڊ ۾ اياز جي ڪلام جون ڪجهه سٽون مرداڻي آواز ۾ پيش ڪيون وڃن ٿيون:)

**اياز جو ڪلام:**

جاڳہ پنائي گهوٽ، سنڌڙي تي توکي سڏي،
ڳوڙها ڳاڙ نہ سنڌڙي، وري ورندو واءُ،
منهنجي سنڌڙي، منهنجي سنڌڙي، سنڌڙي منهنجي ماءُ!
مرنداسين تہ مٽيءَ مان پنهنجي ڦٽندا سرخ گلاب،
توتان واريان جند، منهنجي مٺڙي سنڌ!
روئي پيئي رت، سڏڪا پري سنڌڙي،
اوري اڄ تہ اُگهان، ڳوڙها تنهنجي ڳل تان،

(اياز جي صورت تاجل بيوس جي صورت ۾ تبديل ٿي وڃي ٿي ۽ بئڪ گرائونڊ ۾ تاجل جي ڪلام جون بہ سٽون مرداڻي آواز ۾ پيش ڪيون وڃن ٿيون:)

تاجل جو ڪلام:

ڪٿا ڪالهہ جي بي خطا پاءِ منهنجا،
اي ڌرتي! اُنهن جو تِئڻ آيو آهيان!

(دردیلي سنگيت سان تاجل جي تصوير)

درشيہ - 1

(سمنڊ جي لهرن تي اونده ڇانيل آهي. آهستہ آهستہ درد ڀريو آواز گونجي ٿو.)

آواز: هيءَ اونده قدرتي ناهي. هيءَ انڌڪار انسان جو پيدا ڪيل آهي. پر، ان جي خريد فروخت ڪندڙ انسانيت جي دشمنن کي شايد اِها ڄاڻ ڪانهي تہ ڪنهن ديواني جي لڳايل هڪ چڻنگ ئي ان تاريڪيءَ کي نيست و نابود ڪري سگهي ٿي.... انڌڪار جي عمر فقط ٽيهسٽائين آهي، جيسٽائين ڪا لاٽ روشن نہ ٿي آهي.

(اونده آهستہ آهستہ جهڪي ٿئي ٿي. پس منظر ۾ لهرن جو شور غل پيدا ٿئي ٿو، پوءِ گهنجڻ لڳي ٿو:)

غزل

گهپ انڌيرو من پاڳل آ،
ڪيڏو ڏور آجا ساحل آ!!

لفظ ٻئي هڪڙي ڪاغذ تي
وچ تي ڇو ليڪو پاتل آ ؟

پردي تي هلڪي هلڪي روشني. پارٽ ۽ پاڪستان جي نقشي جو فل شاٽ. ٻن ملڪن کي تقسيم ڪندڙ ليڪ صاف ظاهر آهي.

پنهنجي ڌرتيءَ جو اَن-پاڻي
ڪنهن کي ڪنهن کي ڇو حاصل آ

پردي تي سرسبز کيتن جو نظارو. لابارو. اناج جا ڀندار. مٽيءَ جي چلھ مٿان رکيل دانگيءَ تي پچندڙ ڊوڊي جو شاٽ.

جو ٻہ چنيءَ ڪو مڪڙي آيو،
منهنجي جذبن جو قاتل آ!

پردي تي ’تنهنجا نيڻ غزل‘
ڪتاب جو فل شاٽ.

هڪڙي پيري ڀاڳ ملايو،
ايندو ڪو نہ وري تاجل آ.

پردي تي ڊڪندڙ ريل جا پٽا.
جڻ ڪائي ٽرين اڳتي وڌندي
تي اچي.

ڪئميرا ڪلوز الهاسنگر
اسٽيشن جي بورڊ. تي لوڪل
ٽرين الهاسنگر اسٽيشن طرف
اچي رهي آهي.

(لوڪل ٽرين بيهي ٿي. سامهون دروازي تي تاجل بيوس بيٺو آهي. پليٽفارم تي هيرو شيوڪاڻي، نارائڻ پارتي سندس سواگت لاءِ بيٺا آهن. تاجل هيٺ پليٽفارم تي لهي ٿو. هيرو شيوڪاڻي ۽ نارائڻ پارتي اڳتي وڌي سندس آجيان ڪن ٿا. اسٽيشن تي ڪافي پيڙ آهي.

**تاجل بيوس:** (جذباتي آواز ۾) منهنجا پيارا هم وطني سنڌين جي خون پسيني سان وجود ۾ آيل سنڌونگر! شل سنڌين جي جيون ۾ تون اُلهاس ۽ آنند جو چوليمار درياهہ پري چڙهين! سنڌو ديش مان آيل پنهنجي هڪ ديواني جو سلام قبول ڪر.

(تاجل ڪجهہ دير هيڏانهن هوڏانهن نهاري جڻ تہ نظارن سان پنهنجي وجود کي پري رهيو آهي.)

**تاجل بيوس:** (ترنم ۾) ماٺهو شهر اُلهاس جا!
اِجهوڪي آيا، ماٺهو شهر اُلهاس جا!
واسي ٿي وجود کي، ڪنهنجي آ ڪايا؟
اِجهو ڪي آيا، ماٺهو شهر اُلهاس جا!
ماٺهوءَ سان گڏ ملڪ جي، منيءَ آ مايا.
اِجهوڪي آيا، ماٺهو شهر اُلهاس جا!

**نارايڻ پارتي:** بيحد جذباتي آهين، تاجل!

**تاجل بيوس:** پارتي صاحب! جذبات کي گهٽ نہ سمجهجانءِ. جنهن اِنسان وٽ جذبات جي دولت ناهي، وڏو ڪنگال ۽ بدنصيب سمجهجانءِ اُن شخص کي! هڪ اهڙو حيوان، قدرت جنهن کي سِڱُ ۽ پڇُ ڪونہ ڏنو آهي!

(هاڻي رش ڪجھ گهٽ ٿي ويئي آهي. لوڪل امبرنات طرف وڃي چڪي آهي. تاجل، هيرو شيوڪاڻي ۽ نارايڻ پارتي اِسٽيشن کان ٻاهر نڪرن ٿا.)

**درشيہ 2 ڪنوررام چونڪ، الهاسنگر - 003 421.**

(ڪئميرا ڪلوز ڪنوررام جي پتلي تي. ڪئميرا پل بئڪ ڪري ٿي. ڪي ماڻهو الهاس نگر اسٽيشن جي طرف کان اچي رهيا آهن تہ ڪي وري ان طرف وڃي رهيا آهن.

الهاسنگر اسٽيشن جي طرف کان تاجل بيوس، هيرو شيوڪاڻي ۽ نارايڻ پارتي اچي رهيا آهن. ڪئميرا اُنهن ٽنهي کي ڪَوَرَ ڪري ٿي. هو ڪنوررام جي پتلي جي اڳيان اچي بيهن ٿا.)

**نارايڻ پارتي:** هي آهي سنڌ جو امر شهيد ڀڳت ڪنوررام.

**تاجل بيوس:** (پتلي جي سامهون عقيدت ۽ صدق سان بيهي، ان کي سلام ڪندي) اي هندو مسلم ايڪتا جا امر ثبوت! اي ڀڳتيءَ جي گنگا کي سنگيت جي جمنا سان ملائي، سنسار کي آنند جي سرسوتي بخشيندڙ ڪمل جا گل! پنهنجي ٻالڪ تاجل جو سلام قبول ڪر. ان جي مٿان سدائين ڪويتا جي برسات وسائيندو رهہ!

(فريم ۾ ڪنوررام جو پتلو ۽ پس منظر ۾ آواز ابري ٿو:)

اُهو ماڻهو ڪير؟ جنهن جي نانگ اکين ۾،
آيو آ اڱڻ ٿي من ۾ رکي مير،
جت رکي تو پير، اُت مري تو ماڻهپو!

(ڪئميرا تاجل بيوس جي چهري تي) **(ڪٽ)**

**درشيه - 3 شواجي چونڪ / الهاسنگر / شام.**

(تاجل، هيرو ۽ نارايڻ اسٽيشن جي طرف کان اچي رهيا آهن. شواجي چونڪ پار ڪري هوُ لڪشمي مارڪيٽ طرف وڃن ٿا.)

**تاجل بيوس:**

سيئي وڻ سڙي ويا، وڃي رک بچي،
اسان پڻ اچي، پيريءَ ڪي پورو ڪيو،
جُهري پيو جوين، هاڻي ڪهڙيون حجتون،
هڪ هڪ ڇٽي پَڻُ، سڄو باغ سڪي ويو.

**نارايڻ پارتي:** تاجل، ڇا اِها دک درشني ناهي؟ ڇا انهن بيتن مان اِئين نه ٿو لڳي ته شاعر زندگيءَ کان هار کائي وينو آهي؟

**تاجل بيوس:** ياءُ پارتي، جي اِهي ستون دک ۾ ٻڌل ٿيون لڳني ته هي ستون به ٻڌ:

پوڙها شاعر ڪيترا، پوڙهي ٿئي نه ذات.
موت به کائي مات، ذرندو آ ذاتار کان!

**هيرو شيوڪاڻي:** واه! ادا تاجل، ورهاڱي جو وڏي ۾ وڏو ۽ بري ۾ برو اثر سنڌي هندن تي پيو آهي. اسان پوُميءَ کان الگ ٿي ڇڻ ڪتيل لغڙيءَ وانگر هيڏانهن هوڏانهن پيا ٿا ٿاقوڙا هڻون. لوڪ ساهتيه جيڪو عوام جي جيون جو آئينو آهي، اهو ئي اسان کان ڪتجي ويو ته باقي بچيو ڇا؟

**نارايڻ پارتي:** وڌيڪ ڳالهيون هلي منهنجي ننڍڙيءَ آفيس ۾ ڪجو. لڪشمي مارڪيٽ اِجهو سامهون ئي ته آهي.

**درشيه - 4**

**لڪشمي مارڪيٽ / الهاسنگر ۾ سنڌي ٽائيمس جي آفيس / شام،**

(پارتي، هيرو ۽ تاجل آفيس ۾ داخل ٿين ٿا.)

**نارايڻ پارتي:** ڏسو، ڏسو. هيءَ آهي منهنجي ننڍڙي آفيس.

۽ هيءَ آهن ڪتاب، جن کي مان انسان جي سچي ۽ قيمتي دولت سمجهندو آهيان.

**تاجل بيوس:** توهان سنڌي هندو ياڳوارا آهيو جو هڪ اهڙي ملڪ ۾ آيا آهيو، جنهن ۾ وديا، ڪلا ۽ ساهتيہ جو وشال ساگر ڇوليون ماري ٿو.

(تاجل هڪ ڪتاب کڻي ٿو.)

**تاجل بيوس:** 'مينديءَ رتا هٿڙا!' واه! پارتي، هڪ خيال ٻڌ! ڇوري، تو هٿن تي ميندي پوکي آهي ڇا جو منهنجن گيتن ۾ بہ مِيندي ڦٽي پئي آهي؟

**نارايڻ پارتي:** واه، تاجل واه!

**تاجل بيوس:** قلم جي زور تي، هڪ اهڙي دنيا تخليق ڪر جتي اڳي ڪنهن پير نہ پاتو هجي. ڇون ٿا تہ جنهن ڪٺاريءَ سان ٻيجل، ڏياچ جو سر وڍيو هو؛ اُن ڪٺاريءَ جي ڦر تي گل ٽڙي پيا ها. اڄ اُنهن گلن جو هڪ هڪ ورق سنڌ جي اديبن جو قلم آهي.

**نارايڻ پارتي:**- افسوس جو اسان وٽ اهڙو ڪوئي قلم ڪونهي.

**تاجل بيوس:** نينهن نياپي نہ ٿئي، سنڌين سڪ نہ هوءِ!

**نارايڻ پارتي:** موهن ڪلپنا کي فون ڪري ڏسان متان ملي وڃي.

(فون ڊائل ڪري ٿو ۽ ڪجھ دير ٻڌندو رهي ٿو.)

**نارايڻ پارتي:** هاڻي نہ اچي سگهندو. چوي ٿو ڪجھ مهمان وينا آهن. ڏهين ٻجي کن اسان سان اچي ملندو.

**تاجل بيوس:** هِتان مون کي کهڙي يار ڏانهن وٺي هلندؤ؟

**نارايڻ پارتي:** ادل، سواگت سماروه کان پوءِ ڪنداسين سڄڻن جا ديدار.

**تاجل بيوس:** واه، پارتي واه! تنهنجا ٻول بہ جڻ لوڪ ادب جي رنگ ۾ رڱجي ويا آهن.

**هيرو شيوڪاڻي:** تاجل، نارايڻ پارتيءَ جي عمر جيئڻ جيئڻ

وڌندي تي وڃي ٽيئن هن جي صورت ۾ سچو وجود
لوڪ ساهتيہ جي سانچي ۾ ڍلجندو ٿو وڃي.

(ڪٽ)

**درشيہ -5 (الف) نهرو چوڪ / الهاسنگر / رات**

(فرنيچر بزار جي طرف کان اچي تاجل، هيرو ۽ پارٽي نهرو چونڪ وٽان مڙي سيرو چونڪ طرف وڃن ٿا.)

**درشيہ - 5 (ب) سيرو چونڪ / الهاسنگر / رات**

(تاجل، هيرو ۽ پارٽي سيرو چونڪ وٽان لنگهي فلم سٽي اِستوڊيو طرف وڃن ٿا. اوچتو بجلي بند ٿي وڃي ٿي. برسات بہ پوڻ شروع ٿئي ٿي.)

**تاجل بيوس:** هيءُ اونده، هيءُ برسات، اسان جي محبت جا امتحان بہ آهن تہ ثبوت بہ آهن. ڪمان جي تير کي چاقوءَ سان ئي سهڻي شڪل ڏيئي سگهبي آهي.

**هيرو شيوڪاڻي:** اها ڳالھ ادب ۽ ڪلا سان بہ لاڳو آهي.

**تاجل بيوس:** بلڪل ٺيڪ. غلطيون استادن کان بہ ٿينديون آهن. اهو سوار ناهي، جيڪو گهوڙي تان ڪريو نہ هجي. اهو توبچي ناهي، جنهن جو نشانو خطا نہ ٿيو هجي. ڪنير جي آويءَ مان ڪورن سان گڏ ڪي پيلا ٽانوَ بہ نڪرندا آهن. اهو ادب جيڪو تنقيد کان آزاد آهي، وانجهيل آهي، سو ادب ناهي. ادب هوندو ئي چند چاڻ لاءِ آهي. ٺپڻي ڪنير جي ٽانوَ کي معنيٰ بخشيندي آهي. دنيا جو ڪوبہ ڪوي فن جي بلندين تي پهچي نہ سگهيو آهي، جيستائين کيس سچاڻ نقاد نہ مليو آهي. صحتمند تنقيد ادب کي قلمي ٽيل برتن وانگي جرڪائي ٿي. (سپ چپ چاپ ٻڌندا هلن ٿا. تاجل وري چوڻ شروع ٿو ڪري:)

**تاجل بيوس:** ڪڏهن تہ نقاد جي گهري مشاهدي ۽ تجربي کي پڙهي مونکي پنهنجي ذاتي اوڻاين، اڌوگابري مشاهدي ۽ غير ادبي جائزي تي ڦڪو ٽيڙو پوندو آهي ۽ ان وقت

لطيف سهڻي جي لفظن "آڇيندي لڄ مران" کي ياد ڪندي، ڪنڌ جهڪائي ڇڏيندو آهيان.

**هيرو شيوڪاڻي:** ان باري ۾ پارت جي سنڌي اديبن بابت تنهنجو ڪهڙو رايو آهي؟

**تاجل بيوس:** جس آهي پارت جي سنڌي اديبن کي جيڪي تنقيد جي مهاياري حملن کان پوءِ به ڪلڻ ۽ مرڪڻ سکيا آهن. سهپ ايڏي جو ڪنهن به موڙ تي گڏجڻ کان پوءِ ساڳيو کير ۽ کنڊ! **(ڪٽ)**

**درشيه - 6 /فلم سٽي اسٽوڊيو / الهاسنگر / رات**

(برسات جاري آهي. بجلي بند آهي. ميڻ بتيون جلي رهيون آهن. تاجل بيوس، هيرو شيوڪاڻي ۽ نارايڻ پارتي اسٽوڊيو ۾ داخل ٿين ٿا. ڊاڪٽر بلديو مٽلاڻي اُٿي اُنهن جي آجيان ٿو ڪري.

**تاجل بيوس:** ميڻ بتيون جلي رهيون آهن. انڌڪار جو سينو چيري روشني پنهنجا جلوه پکيڙي رهي آهي. مان چوندو آهيان اديب ۽ فنڪار ميڻ بتيون آهن. سندن ادب، سندن فن ان لاءِ ڳرندو رهڻ ۽ رجندو رهڻ هڪ لازم شرط آهي. اهو فنڪار ۽ فن جي وچ ۾، اديب ۽ ادب جي وچ ۾ هڪ ڪارائتي، مفيد ۽ معنيٰ پري پل ٺاهڻ لاءِ پالڻو آهي. (ان وقت هيرو ٺڪر ۽ جگديش لڇاڻي بئي اسٽوڊيو ۾ داخل ٿين ٿا. تاجل اُٿي، اڳيان وڌي ٻنهي سان گلي لڳي ٿو.)

**تاجل بيوس:** ادي هيري ٺڪر جو هيئن اچي ملڻ ثابت ٿو ڪري ته اسان ڪٺ پتلين جي ڏور ڪنهن ٻئي جي هٿ ۾ آهي. هيري کي هتي اوچتو ڏسي مون کي هڪ قلندر جي ياد اچي وئي جنهن سان ڪلهه رات منهنجي ملاقات ٿي هئي. ڪافي گفتگو به ٿي هئي. پر ذرا خواب ۾.

**جگديش لڇاڻي:** ادا تاجل، تو وٽ خوابن ۾ به قلندر ٿا اچن!

**هيرو نکر:** ادا! لاهوتي اچي ديرو ڄمائين ته چوريون چلانگ ۽ چال ڪيئن نه ڏينديون!

**نارائڻ ڀارتي:** تاجل آهي ته سونهن جو شاعر!

**هيرو شيوڪاڻي:** اِهي من جا چلانگ آهن. ڏسڻ ۾ قلندر ۽ لاهوتي آهن. پر شاعري عشق ۽ حسن جو ميل آهي. (سڀ هلڪو کلن ٿا.)

**تاجل بيوس:** مان سمنڊ جي ڪناري تي ويٺو آهيان. اڪيلو. سج لهي رهيو آهي. دور، ڪافي دور، لهرون، سج ۽ سج جا ڪرڻا ڄڻ پاڻ ۾ ڪائي راند ڪري رهيا آهن. اوچتو الائجي ڪٿان هڪ ٻيڙي اچي تي منهنجي اڳيان بيهي. ٻيڙيءَ ۾ ڪوئي ملاح ڪونهي. فقط هڪڙو بزرگ، درويش قسم جو بزرگ ٻيڙيءَ جي وچ ۾ ويٺو آهي ۽ مون ڏانهن نهاري رهيو آهي. مان به هن ڏانهن نهاريان ٿو. هو مرڪي ٿو ۽ ٻيڙيءَ مان لهي منهنجي سامهون اچي ٿو بيهي. درويش جي بدن تي ڪاري رنگ جو چوغو پيو آهي ۽ سندس صورت ٽيگور سان ڪافي حد تائين ملي رهي آهي. سفيد ۽ لنبا وار، سفيد ۽ لنبي ڏاڙهي، پير اُگهاڙا. اِئين پيو لڳي ڄڻ ٽيگور ڪارو لبادو پائي منهنجي سامهون اچي بيٺو آهي. اوچتو اهو قلندر لهرن تي اِئين ٿو ويهي رهي ڄڻ ته نرم نرم گديلي تي ويٺو آهي. مون کي به هٿ کان پڪڙي هو پنهنجي سامهون کڻي ٿو وهاري. ان ٽيگور سان ملندڙ جلندڙ صورت رکندڙ قلندر سنڌي ادب جي باري ۾ ۽ ان سان لاڳاپو رکندڙ ڪن سوالن ۽ ڪن حقيقتن جي باري ۾ مون سان گفتگو ڪئي.

**جگديش لڇاڻي:** تاجل، اهو به هڪ قسم جو الهام ئي آهي. حقيقت ڪٿي به ظاهر ٿئي ۽ ڪيئن به ظاهر ٿئي، چشمن تي رکڻ لاءِ آهي. مسئلي جي ڳنڍ ڪٿي به کلي، ڪيئن به کلي، ڪنهن جي به هٿان کلي، هڪ قسم جي نعمت ئي آهي.

**تاجل بيوس:** قلندر جي چوڻ مطابق شاهه لطيف ان ڪري وڏو

۽ عظيم شاعر آهي، جو تہ هن بنا ڪنهن قسم جي پاسخاطريءَ جي هر ان ڪردار کي پنهنجي شاعريءَ ۾ جوڳي جاءِ ڏني آهي. جيڪو واڪاڻ جوڳو آهي. اڄ اسان جي حالت اِها آهي جو اسان جوڳي انسان کي جوڳي جاءِ نہ ڏئي فقط اُنهن جي ئي واڪاڻ ڪرين ٿا، جن ۾ اسان جا ڪم ڦاسن ٿا. اسان گهڻا ئي شاه، سچل، سامي بي موت ماريا آهن. ان طرح جي حالت ڪري اسان ڪيترن ئي فنڪارن جي فن کي دفنائڻ جا گنهگار ٿيا آهيون.

(ڪجھ دير لاءِ سڀ خاموش آهن)

**تاجل بيوس:** قلندر سائينءَ جي بہ اِهائي شڪايت آهي تہ اسان سڀ پنهنجن پنهنجن سوارٿن ۽ خود غريضين جا بوجھ کڻي شاه جهڙن فنڪارن سان چنبڙيا پيا آهيون ۽ ان طرح انهن کي بہ چڪي هيٺ ڪيرائڻ جا خطاوار آهيون. اسان جو وڏي ۾ وڏو گناه اِهو آهي جو جن اديبن ۽ شاعرن شاه، سچل ۽ ساميءَ تي بوجھ بڻجڻ قبول نہ ڪندي پنهنجا نوان نوان رستا چونديا؛ اسان اُنهن جو قدر نہ ڪيو. اُنهن کي سمجهي سگهڻ جهڙي لياقت ۽ صلاحيت اسان ۾ موجود ئي ڪونہ آهي.

(ڪجھ لاءِ خاموش)

**تاجل بيوس:** قلندر سائين پلي خواب ۾ آيو هجي پر منهنجي سڄي هستيءَ کي ڌوڏي ڇڏيو اٿائين. مون پڪو خيال ڪيو آهي تہ هتان جي اديبن، شاعرن، نقادن ۽ عالمن فاضلن تي قلم هلائيندس. فنڪار، جي فنڪار جو قدر نہ ڪندو تہ ڇا جاهل ۽ ادب جا دشمن انهن جو قدر ڪندا؟ جيڪو فنڪار، فنڪار جو دشمن آهي، اُن کي زنده رهڻ جو ڪوئي حق ڪونهي.

ڪاتيءَ سان ڪاٽي ڇڏيو. ڪنيءَ آڱر ڪي،
هٿ ۾ هوندي جي، اکيون ڪيندي عام جون!

**هيرو نڪر:** تاجل، وينجنا جو هڪ بهترين مثال آهي اِهو بيت. هرڪو انسان پنهنجي پنهنجي حالت ۽ پنهنجي پنهنجي ماحول مطابق اِن جو مطلب ڪڍي ۽ سمجهي سگهي ٿو.

**تاجل بيوس:** سنڌين جي سنڌ اُلهاسنگر بابت هڪ وائي سوچي هئي اٿم، پر لکندس سنڌ ۾ وڃي. اُها وائي هڪ پل جو ڪم ڪندي، محبت ۽ خلوص جي هڪ ڳنڍ جو ڪم ڪندي.

(ڪجھ دير خاموش)

**تاجل بيوس:** مون ۾ آه مهڪ،

اجا ۾ اُلهاس جي!

جتي رُت رابيل جي

جتي ڦُلن آڪَ،

مون ۾ آه مهڪ!

گهمي گس گرنار جا

تر ۾ لاٿم ٿڪ!

مون ۾ آه مهڪ!

**سڀ (گڏجي):** مون ۾ آه مهڪ،

آجا ۾ اُلهاس جي!

(تاجل بيوس جي مرڪندڙ چهري جو ڪلوز اپ)

**ٻلديو مٽلاڻي:** هاڻي مان توهان جا فوٽا ڪڍندس، جيڪي ان حقيقت جو ثبوت رهندا ته ملڪ مٽڻ سان محبت مِٽجي نه ويندي آهي.

(ٻلديو مٽلاڻي ڪئميرا سنڀالي ٿو ۽ سڀ قطار ٺاهي ديوار سان بيهن ٿا.) **(ڪٽ)**

**درشيہ - 7 جگديش لڇاڻيءَ جي گهر جي ٽيرس / رات.**

(جگديش، هيرو نڪر ۽ تاجل بيوس ٽيرس جي ڪناري وٽ ويٺا آهن. چوگرد انڌڪار ٿي انڌڪار آهي. ڪنهن ڪنهن مهل بجلي ڪڙڪي سان چمڪي دلين کي لرزائي ڇڏي ٿي.)

**تاجل بيوس:** مون ٻڌو آهي ته هڪ تمام سٺي ويدڪ پرارٿنا

آهي تہ انڌڪار مان مون کي روشنيءَ ڏانهن وٺي هل.
**هيرو نڪر:** تمسو ما جيوتر گميہ....
**تاجل بيوس:** هائو، هائو. اِها ئي پرارٿنا. تہ مان ڪڏي جيوتيءَ ڏانهن وٺي هل. سنڌين برابر هتي اونده ۾ جوت جڳائي آهي.
(تاجل ٽيرس تان ٻاهر نهاري ٿو. الهاسنگر جو سڄو گول ميدان ڏسڻ ۾ پيو اچي. جتي اڳ پڳل ٻئرڪون هيون، اُتي هينئر ملٽي اسٽوري عمارتون اُڀيون آهن. وايومنڊل ۾ موتي پرڪاش جو گيت 'سنڌي!' گونججڻ ٿو لڳي:)

اونده ۾ جوت جڳائڻ وارا سنڌي!
مٽيءَ کي سون بڻائڻ وارا سنڌي!
شاه، سچل، ساميءَ جي ورثي وارا،
نس نس ۾ جن جي وهي ٿي سنڌو ڌارا،
ٿي رهن ملير ۾ ماروئڙا!
جهر ۾ جهنگل ۾ جهانگيئڙا!
برپٽ کي باغ بڻائڻ وارا سنڌي!
اونده ۾ جوت جڳائڻ وارا سنڌي!
پريم پاوَ، ايڪي سان رهندا جڳ ۾،
محنت جو پاو پريل جن جي رڳ رڳ ۾،
سيني سان پريم وڌائيندا،
ڪجهہ ڏيندا ۽ ڪجهہ پائيندا.
سنسار ۾ پريم وڌائڻ وارا سنڌي!
موهن جي دڙي جيان دٻجي اوچا رهندا،
طوفان، زلزلا، سور ۽ سختيون سهندا
هيمونءَ جيان ڦاسي کائيندا
تہ بہ مرڪ مرڪي ڳائيندا
هو ڪڏندي ڪند ڪپائڻ وارا سنڌي!
اونده ۾ جوت جڳائڻ وارا سنڌي!

**جگديش لڇاڻي:** (تاجل ۽ هيري نڪر ڏانهن مخاطب ٿي)

شاعر قوم جو آواز هوندا آهن. هو شعر ۾ پنهنجي وقت
جي تصوير چٽيندا آهن. سنڌي شاعرن به ائين ڪيو آهي.
اُنهن پنهنجي ڪلام ذريعي، سنڌين ۾ اُتساهه به ڦوڪيو
۽ اڳتي وڌڻ جي پريرڻا به ڏني. ورهاڱي بعد، جڏهن سنڌي
ڀارت ۾ آيا ته هنن کي اجهي، لٽي ۽ اٽي جي چنتا
هئي. روزگار جي چنتا هئي. ڪئمپن ۾ رهندا هئا. ان
هوندي به ساهتيڪار، ساهتيه سان وابسته رهيا.

**هيرو ٺڪر:** تاجل، سنڌي هندو، ورهاڱي سبب پنهنجي سڄي
ڀارت ۾ پکڙجي برابر ويا پر اُنهن دل نه لاٿي. اُنهن پورهيو
ڪري، پنهنجي پيرن تي بيهڻ جي ڪوشش ڪئي. اُنهن
خيرات نه ورتي. هو شرنارٿيءَ مان پرشارٿي بڻجي اڳتي وڌيا.

**تاجل بيوس:** برابر، ڀارت جي آزادي تو هان لاءِ رحمت سان
گڏ زحمت به کڻي آئي. جو ته ڀارت جي آزاديءَ سان
گڏ، توهان کي ورهاڱي جو ڏنگ به سهڻو پيو آهي. 1940ع
تائين سنڌ ۾ لڳ ڀڳ امن ۽ شانتيءَ جو راڄ هو. مسلم
ليگ جي 1940ع واري پاڪستان ريزوليوشن سان ملڪ ۾
رولو پئجي ويو. مذهب جي بنياد تي ملڪ جو ورهاڱو ٿيو.

**جگديش لڇاڻي:** پوءِ به صوفين ۽ درويشن جي اثر هيٺ ۽
سياويڪ امن پسند سنڌين، نه صرف تشدد کان ڪنارو ڪيو،
پر ڪيتري قدر ته هنن هندو ڀائرن کي ڪٽر ۽ اهل ايمان
دهشت گردن کان بچائيندي ڪين پنهنجي گهرن ۾ پناهه
پڻ ڏني. پوءِ به 1948ع ۾ ڀارت مان سنڌ ۾ آيل مهاجر
غنڊن طرفان ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ ڪرايل فسادن، هندن
کي سنڌ ڇڏڻ لاءِ مجبور ڪري ڇڏيو.

**تاجل بيوس:** لڇاڻي، مٽي ۽ ماڻهوءَ جو رشتو عظيم ۽ احترام
جوڳو آهي. هيءَ ساري ڌرتي اسان اديبن جو ديش آهي.
اسان وٽ رنگ، نسل ۽ ڌرم جو ڪوبه وٿي واپار نٿو ٿئي.
منهنجو پختو ايمان آهي ته هٺرادو قائم ڪيل پابنديون،
سرحدون ۽ خاردار تارن جا لوڙها پکين جي اُڏام، ولين
جي واس ۽ هوا جي جهوٽن کان اسان کي ڪڏهن به نٿا

روڪي سگهن. اُتم، هري موتواڻي، هيرو ٺڪر ۽ موتي پرڪاش منهنجا پائر آهن. اسان جو نيپاج هڪ ئي ماءُ جي ٿڃ سان ٿيو آهي.

(ٿورو رڪجي، تاجل وري چوڻ شروع ڪيو....)

**تاجل بيوس:** مان هندن کي سنڌ ۽ سنڌوءَ جو اصل مالڪ سمجهندو آهيان. اُها ’سنڌو‘ جنهن جي ٻنهي ڪنارن تي ويد سرجيا ويا هئا، جنهن ۾ سنڌ جي مور جيان ٽلندڙ ماڻهن ۽ شينهن جي گجگوڙ ڪري وهندڙ سنڌوءَ جو ذڪر ٿيل آهي. رنگ، نسل ۽ ڌرم کان بي نياز ٿي، هندن کي هندو سڏڻ بدران ’سنڌي‘ سڏڻ ۾ آنند ملندو اُتم. زميني ۽ ماءُ جي ٻوليءَ وارو رشتو مونکي هر ڌرم ڪرم کان اعليٰ ۽ افضل لڳندو آهي. هتي ورهاڱي کانپوءِ ٽوڙي اڳ منهنجو رشتو ناتو هندن، اوڏن، ڀيلن، ڪولهين ۽ جوڳين سان وڌيڪ رهيو آهي.

**هيرو ٺڪر:** تاجل، اهڙا عمدا ۽ اعليٰ خيال تو ۾ ڪيئن جاڳيا؟

**تاجل بيوس:** اها ستي مونکي اما سائڻ جي پياريل آهي، جا ڪُتيءَ جا ٿالهه ۽ پاتيون ڀري، سهيليون ۽ ڳوٺ جا ٻار ساڻ ڪري هلندي هئي درياه شاه تي اکا وجهڻ. ائين، اما سائڻ مونکي سنڌي هئڻ ۽ سنڌ جي سيوا ڪرڻ جا ابتدائي سبق ڏنا هئا جي گهٽا مسلمان ته وساري ڇڏيندا آهن، پر مان وسارڻ بدران، اڃا به اِهي سبق پڪا ڪندو رهان ٿو.

**جگديش لڇاڻي:** تاجل، سوڀي گيانچندائڻي ۽ گرداس واڌواڻيءَ بابت ته ڪجهه ٻڌاءِ.

**تاجل بيوس:** مونکي لاڙڪاڻي ۾ سوڀي گيانچندائڻيءَ جي صحبت ملي، ۽ ڪراچيءَ ۾ اسيءَ واري ڏهاڪي ۾ جهوني صحافي گرداس واڌواڻيءَ جي سيوا جو موقعو مليو؛ جنهن سنڌي ادب ۽ صحافت کي چار ڪتاب ڏنا. سندس جنگهه ڀڄڻ کان اڳ ٽوڙي پوءِ نه رڳو ڪيس ڪار ۾ ويهاري، ڊاڪٽرن ۽ هيئر ڪٽنگ لاءِ صدر وٺي ويندو هيس، پر سوم رس به مونکي ئي پهچائڻي پوندي هئي. ڪڏهن ڪڏهن هدايت

بلوچ، فقير محمد لاشاري ۽ شيخ اياز کي بہ وٺي وڃي، گرداس سان شام رنگين ڪندا هئا سون. ڏياري ۽ هوليءَ جي موقعن تي تہ هن سان منهنجون اڃان بہ وڌيڪ رنگين شامون گذرنديون هيون. اهڙن موقعن تي مان ۽ گرداس بندر روڊ تي آرام باغ پرسان مندر ۾ بہ ويندا هئا سون، جتي مورتيون ۽ چٽسالي ڏسي، مونکي آنند ايندو هو.

**جگديش لڇاڻي:** تاجل، سنڌ بابت تو ڪافي لکيو آهي... تاجل هيري ڏانهن نهاري ٿو... تاجل بدران هيرو چوڻ شروع ٿو ڪري:)

**هيرو نڪر:** 'سنڌ منهنجي امان' جنهن ۾ سنڌو ماتا جي سونهن جي واکاڻ ڪيل آهي، سو تاجل بيوس جو هڪ امر گيت آهي. تاجل جي ذهن ۾ سنڌوءَ جو روپ 'اما' وارو آهي. هڪ ماتا وارو پاڪ، پوتر ۽ ممتا ڀريو روپ، جنهن جي دنيا ۾ ڪا ڀيٽ نہ آهي:

شال تنهنجي ٿي ڪُکِ مان پيو هر هر جمان
ڪير تنهنجو پيئان وير تنهنجو وٺان....

اسان جي شاه ڀٽائيءَ مارئي جي واتان چيو آهي، تہ مئي پڄاڻان منهنجي گور پنوهارن ڏانهن موڪلجانءِ تہ جيئن اباڻي وطن جي ولڙين جو واس وٺي مئي پڄاڻان بہ پاڻ کي جيئرو سمجهان. تاجل جي وري اها تمنا آهي تہ هو هر جنم سنڌو ماتا جي ڪک مان وٺي.

**وينا لڇاڻي:** (ٽيريس تي ايندي سيني کي مخاطب ٿيندي) اندر بہ هلندءِ يا اِتي ئي پيا ڳالهيون ڪندءِ. اندر لڇاڻيءَ جي شيمپين توهان جو انتظار پيئي ڪري.

(تاجل، هيرو نڪر ۽ جگديش لڇاڻي ڪلندي اندر هال ڏانهن هلڻ لڳن ٿا. ڪئميرا سندن پٺين تي.) **(ڪٽ)**

**درشيہ - 8 فلئش بئڪ**

(پردي تي تاجل بيوس ڪتاب پڙهندي نظر اچي ٿو. پس منظر ۾ سندس ئي آواز ابري ٿو.)

**آواز:** منهنجو جنم 22 سيپٽمبر 1938ع ۾ ٿيو. 22 تاريخ

به هڪ عجيب قسم جي تـاريخ آهي. ان لحاظ کان منهنجو استارVirgo آهي. Gemini (مٿن راس) ۽ Virgo (ڪنيا راس) به اهڙا ستارا آهن، جن جو ٻُرج عورت آهي، جا قدرت جي صنعت گيريءَ جو حسين شاهڪار آهي. ان ٻُرج تي مونکي فخر هوندو آهي، خاص ڪري، مدرٽنگ (Mother tongne)، مدرلئنڊ (Mother Land)، بهشت جو ماءُ جي پيرن هيٺان هجڻ، قيامت ۾ هر ڪنهن کي ماءُ جي نالي سان پڪاريو وڃڻ.

(هو اُٿي دريءَ وٽ اچي ٻاهر نهاري ٿو. دريءَ کان ٻاهر سنڌو گجگوڙ ڪندي وهي رهي آهي. تاجل ان کي ڏسندو رهي ٿو ۽ پس منظر ۾ تاجل جو آواز گونجي ٿو.)

’.... ڪو توکي ڪاري سمجهي، تنهنجي ڇاتيءَ کي ٻمن سان تو اُڏائي، تہ ڪو تنهنجو چولو انساني رت ۾ رنگيندو رهي ٿو، پر پوءِ بہ تون ڪنوار جو روپ وٺي، اسان جي سامهون ٿي اچين. صدين جي سفر ۾ تنهنجا پير ميرانجهڙا ٿي ويا آهن. اوري آءُ، ڌرتي، منهنجي ماءُ! اچا بہ ڪجهہ اوري آءُ، تہ لڪيءَ جي چشمن ۾ گلاب جو پاڻي ڇڻڪائي، تنهنجا پيو ڌوئي صاف ڪيان.‘

(دريءَ وٽان تاجل واپس موٽندي، ڪرسيءَ تي ويهندي ڪتاب هٿ ۾ کڻي ٿو ۽ ڪئميرا ڏانهن نهارن ٿو. پس منظر ۾ سندس ئي آواز.)

آواز.... منهنجي ابي اما جو مون تي رکيل نالو تاج محمد آهي. ذات جو سمو آهيان. ڳوٺ جو نالو پير حيات شاه آهي؛ جا جيلاني سيدن جي درگاه آهي ۽ جتي هر سال تي ڏينهن روايتي ميلو لڳندو آهي. منهنجي ولادت جو ڳوٺ اڳهوڻي تعلقي گمبٽ ۽ موجوده تعلقي سوڀيديري ۽ ضلعي خيرپور ۾ اچي ٿو. منهنجو بابو سائين 1946ع ۾ حق سان هڪ ٿيو. ان وقت مان پرائمري اِسڪول يونيٽ پور ۾ ٻيون درجو پڙهندو هوس. ۽ ان وقت منهنجي عمر 8 سال هئي....

(پردي تي اٺن سالن جي تاج محمد جي تصوير ڏيکاري

وجي ٿي ۽ پوءِ ڳوٺ جي بزار جو درشيہ ڏيکاريو وڃي ٿو:)

آواز: يونيٽپور ۾ هندن جا ڍاڪو ڪن دوڪان هوندا هئا. اسان جي اسڪول جي پرسان هڪ ٺڪاڻو هوندو هو. ٺڪاڻي جي جهانجهہ، ڍولڪ ۽ شنک جي آوازن ۾ آرتين ۽ ڀڄنن جو آواز اسان کي ڪلاس ۾ ٻڌڻ ۾ ايندو هو.

**درشيہ ـ9 يونيٽپور ڳوٺ (سنڌ) / ڪچو رستو / ڏينهن**

(تاجل عمر 8 سال) ۽ قيمت (6 سال) ڪچي رستي تان هڪ طرف وڃي رهيا آهن. ٻنهي جي هٿن ۾ پٽيون ۽ ڪجهہ ڪتاب آهن.)

**قيمت:** ٻڌاءِ تاجل، اڄ مان دڪان تان تنهنجي لاءِ چا چا ڪٽي آيو آهيان؟

**تاجل:** پهرين تون ٻڌاءِ قيمت، اما سائڻ اڄ مونکي تنهنجي لاءِ چا چا ڏنو آهي؟

**قيمت:** ٻڌايون وري چا، اِها تہ اسان ٻنهي کي خبر آهي.

**تاجل:** سچ چيو اٿي ادا! جي خبر آهي تہ پوءِ دير چا جي؟

**قيمت:** ائين آهي تہ ياءِ، اڄ هتي ئي ٽا ويهون ۽ شيون کائون.
(پاسي کان وڻ جي ڇانوَ ۾ ويهن ٿا.)

**تاجل:** (هڙ کي کوليندي) اڄ اما سائڻ مکڻ ۽ ماني ڏني آهي. هاڻي تون کول پنهنجي هڙ.

**قيمت:** (هڙ ۾ هٿ وجهندي) مونکي خبر آهي تہ مان دوڪان تان چا چا ڪٽي آيو آهيان. بوهي مڱ آهن، نکل آهن، ڍاک آهي ۽ ڪجهہ نيزا آهن. اچ تہ هاڻي گڏجي کائون.
(ٻئي کائڻ شروع ڪن ٿا.)

**قيمت:** تاجل، سڀاڻي منهنجي گهر هلجانءِ.

**تاجل:** اما سائڻ چيو اٿي چا؟

**قيمت:** هڪ دفعو نہ پر ڏہ ڦيرا چيو اٿائين تہ ڪيترا ڏينهن ٿي ويا آهن جو تاجل کي ڏٺو ڪونہ اٿم.

**تاجل:** تون مونکي سڀاڻي پنهنجي دوڪان جي پرسان گهر جي دريءَ وٽ هلي بيهارينديں ۽ مونکي ملندا ٽول.

(ٻئي ڪلن تا ۽ مزي سان ڪائڻ شروع ڪن ٿا.)

**تاجل:** أما سائڻ تنهنجي لاءِ ٻه ڪجهه شيون ڪٺي وجڻ لاءِ چيو آهي. سپاٽي مان اڳو پوءِ تنهنجي لاءِ گيهه، مکڻ، تيل ۽ چانور ڪنيو ايندس. قيمت، أما سائڻ توکي پنهنجو ننڍو پٽ ڪري مڃيندي آهي.

**قيمت:** ۽ تاجل، منهنجي ماءُ وري توکي پنهنجو وڏو پٽ ڪري سمجهندي آهي.

(ٻئي هڪ ٻئي جي منهن ۾ نهاري سڪ ڀري مُرڪ مرڪن ٿا.) **(ڪٽ)**

**درشيه ـ ١٠ قيمت جي گهر جي دري / شام.**

(ٻاهر رستي تي تاجل ۽ قيمت هڪ ٻئي جا هٿ پڪڙي گول ڦري رهيا آهن. ٻئي ڪيسن مان ڪجهه شيون ڪڍي هڪ ٻئي کي کارائين ٿا. دريءَ وٽ قيمت جي ماءُ بيٺي آهي ۽ سڪ ڀريل نظرن سان ٻنهي ٻالڪن ڏانهن نهاري رهي آهي)

**قيمت ماءُ:** (پاڻمرادو) گرو بابا، هنن ٻالڪن جي رکشا ڪجانءِ. هنن جي مٿي تي سدائين مهر جو هٿ رکجانءِ. ڪيڏا نه پيارا پيارا ۽ من موهيندڙ ٻار آهن. شل وڏي عمر ماڻين! ڪوسو واءُ نه لڳين. هي منهنجا سائين، ڪين بريءَ نظر کان بچائجانءِ! **(ڪٽ)**

**درشيه ـ ١١**

(زمين تي تاجل جي پيءُ محمد جعفر جو لاش پيو آهي. تاجل جي ماءُ پناه خاتون گوڏا ۽ ڇاتي پٽي سياپو ڪري رهي آهي. ڪجهه عورتون آس پاس ويٺيون آهن. تاج محمد (8) هڪ ڪنڊ کان ويهي گونگا ڳوڙها ڳاڙي رهيو آهي. سندس وڏو ڀاءُ اُداس منهن ٺاهي جنازي کي هڪ طرف ٿاهي رکي رهيو آهي. تاجل جي ننڍي ڀيڻ بصران خاتون پيءُ جي منهن ڏانهن ڏسي روئي رهي آهي.

(ڪئميرا محمد جعفر جي ڇهري تي)

**آواز:** بابو سائين، 1946ع ۾ جڏهن مان اٺيون درجو پڙهندو هوس لاڏاٽو ڪري ويو.

(ڪئميرا ڳوٺ جي ڪچن ۽ پڙ پاڻگ گهرن کي ڪور ڪري ٿي.)

آواز: ڪجھ ڏينهن کان پوءِ منهنجو وڏو ڀاءُ به اسان کان جدا ٿي ويو. هڪ ڏينهن ته هو اسانجو جندو ٿيپي رات جو چوري به ڪري ويو! پر اڄ به مان پنهنجي وڏي ڀاءُ جو دعاگو آهيان ۽ هن جي لاءِ دل ۾ ڪنهن به قسم جي شڪايت ڪونه آهي. حالتون اهڙيون اچي بڻيون جو مون کي پڙهائي ڇڏي مينهون چارڻيون پيون. اسان کي چار، پنج مينهون هيون ۽ اسانجي ئي ڪن مٽن مائٽن جي چرچ تي ڪوبه ڌنار اسان جون مينهون چارڻ لاءِ تيار نه هو.

چاڪاڻ ته اما ذات جي سمپاٽي نه، پر سيالڻ هئي. هر غير قوم عورت مڙس جي لاڏاٽي ڪانپوءِ پيڪي هلي ويندي آهي، ان ڪري اسان جي مائٽن جي به اها ئي ڪوشش هئي ته، اما کي تڙي، اسان ٻن ڀيڻ ڀاءُ ۽ مائيءَ جي زمين ۽ گهر تي قبضو ڪجي. لک آفرين هجن اهڙي ماءُ کي، جنهن پنهنجي مڙس جا ڪک نه ڇڏيا ۽ ڪير پت ڪارائي، اسان سان نڀاڀائين.

**درشيه-12 ڪچو رستو / شام**

(ڪئميرا نندڙي نينگر تاجل تي. هو مينهون چاري رهيو آهي. ڪلهي تي لٺ رکيل اٿس. قميض جي جهول ڪُمَن سان ڀريل اٿس. پرڀان ڪٿان بوڙيندي (نچ سنڌي ساز) جو آواز اچي رهيو آهي. ڪوئي تمام درديلي آواز ۾ شاه جو ڪلام ڳائي رهيو آهي:)

**ڪلام:** (مرداڻي آواز ۾)

عاشق زهر پياڪ، وِهُ پسي، وهسَنِ گهڻو
ڪڙي ۽ قاتل جا، هميشه هيراڪ،
لِڱينِ لِنوَ لطيف چئي، فنا ڪِئا، فِراقَ،
توڻي چڪنن چاڪ، ته به آه نه سلِن عام کي

(مينهن کي لڪڙيءَ سان هڪليندي، تاجل وڻاٽن ڏانهن وڃي رهيو آهي.)

آواز: (ڪنهن مرد جو) ان طرح مال چاريندي تاجل سنڌ جي ڌرتيءَ جو ڪچو ۽ پڪو چڱيءَ طرح ڏسي ورتو. هن جيڪو ڍنڍن، ڍورن، ڦاٽن، گهاٽن، واهڙن، ڦيرين، لُونين، ڏُبن ۽ ٻيلن جو مشاهدو ماڻيو، اهو اڳتي هلي تاجل جي شاعريءَ جو بنياد بڻيو.

(ڪئميرا جي فريم ۾ ساوا سبز کيت، جتي دور کان ڌرتي ۽ آڪاش هڪ ٿيندا نظر اچن ٿا. پس منظر ۾ هلڪو سنگيت ٻڌڻ ۾ اچي ٿو.)

درشيه ـ 13

آواز: (مرداڻو) رضامحمد نالي هڪ مائٽ تاجل جي اما پناه خاتون کي بار بار صلاح ڏيندو هو ته تاجل کي اِسڪول موڪل. ٻار جو آئينده اونداهو نه ڪر. هنن وٽ باقي هڪ مينهن وڃي بچي هئي. سون جهڙي رنگ واري سونار مينهن!

ٽي سال لڳاتار مال چارڻ کان پوءِ تاجل اِسڪول ۾ پير رکيو ۽ الف ـ ب کان پڙهڻ شروع ڪيو.

(پردي تي ٻاهيون ئي ٻاهيون. ڏُڪندڙ ماڻهو. رستي تي زخمي حالت ۾ ڦٿڪندڙ مرد، عورتون ۽ ٻار. درد سان ڀريل ڇيخون. شيطاني ٽهڪ. خون ۾ ٻڏل چاقو. تلوارون ۽ کهاڙيون. خون سان لت پت ڌرتي. هڪ واه مان خون وهندو وهندو کيتن ڏانهن وڃي رهيو آهي.)

آواز: (مرداڻو) تاريخ جي هڪ خوفناڪ حادثي، انسانيت کي ڪچلي ڇڏيو. ملڪ جو ورهاڱو ٿيو. هندو هڪ هڪ ڪري سنڌ ڇڏيندا رهيا. پنهنجن ئي سنڌي ـ مسلم ڀائرن کان جدا ٿيندا ويا.

(ٻاهيون ۽ ازحد درديلو سنگيت.)

درشيه ـ 14 تاجل جي ڳوٺ جو گهر / نماشام

(سج ٻڏڻ تي آهي. اونده ڦهلجڻ لڳي آهي. تاجل جي اما، تاجل جي انتظار ۾ ڳوٺ ۾ گهر جي گُهٽ وٽ اچي ويٺي آهي. درشيه جي شروعات ۾، هوءَ تاجل جي اچڻ واري رستي

ڏانهن چتائي نهاري رهي آهي. ڪي ماڻهو ڳڌ جي پرسان لنگهندا نظر اچن ٿا. هڪ ٻڪرار اُتان لنگهي رهيو آهي، جيڪو لڪڙيءَ سان ٻڪرين کي هڪلي رهيو آهي.)

**پناه خاتون:** ابا، تو ڪٿي منهنجو تاج ڏٺو؟ (ٻڪرار ناڪاري جواب ڏيندي اڳتي وڌي وڃي ٿو. پناه خاتون وري هيڏانهن هوڏانهن نهارڻ شروع ڪري ٿي. سامهون ڪان هڪ ڪير وارو ڏنار مال سان واپس ايندو نظر اچي ٿو.)

**پناه خاتون:** ابا، ڪٿي تاج محمد ڏٺئہ؟ (ڪير وارو بہ ڪنڌ سان انڪاري جواب ڏيندي اڳتي وڌي وڃي ٿو. پناه خاتون وري هيڏانهن هوڏانهن نهارڻ شروع ڪري ٿي)

**پناه خاتون:** (پاڻمرادو) اڪيلي جو الله واهي. خدا سڀ جو خير ڪندو. سڀ سان گڏ مون غريب جو بہ ننگ رکندو.

اوچتو پناه خاتون جو چهرو ٻهڪي ٿو اُٿي. دور ڪان سونار مينهن پويان تاجل ايندو نظر اچي ٿو.) **(ڪٽ)**

**درشيہ - 15 سنڌو درياه جو ڪپُ / شام.**

(سنڌو درياه جون لهرون من موهيندڙ لڳي رهيون آهن. دور ڪان پناه خاتون ۽ سندس ڳوٺ جون ڪيتريون ئي عورتون ۽ ٻار سنڌو درياه ڏانهن وڌندا نظر اچن ٿا. پناه خاتون ۽ ٻين عورتن جي مٿي تي ڪٽيءَ جون پاٿيون آهن. هو سڀ درياه شاه تي اڪا پائڻ لاءِ اچي رهيون آهن.

پناه خاتون، عوُرتون ۽ ٻار سنڌو درياه جي ڪپ وٽ پهچي وڃن ٿا.)

**پناه خاتون:** (ڪٽيءَ جون ڪجھ منيون درياه ۾ اُڇليندي) دوله درياه شاه! عالم جا راڪا! مسڪينن محتاجن جا واهرو! مون مسڪين پناه خاتون تي ۽ منهنجن ٻچڙن تي رحم ڪجانءِ....

(ڪٽيءَ جون ڪجھ منيون وري درياه ۾ اُڇلي ٿي.)

**پناه خاتون:** هي منهنجا سائين، هي خواجہ خضر، هي زنده پير، منهنجي ٻچڙن جو خير ڪر. جڳ جو خير، هندو مسلمان جو خير.....

---

(پناهه خاتون ۽ ٻيون عورتون درياهه ۾ ڪٽيءَ جون منيون اُڇلن ٿيون. سنڌو درياهه ڇوليون ماري ڄڻ تہ هنن جا اڪا قبول ڪري رهيو آهي.)

**درشيہ - 16**

(تاجل جو ڪلوز - اپ. هن جي عمر 50 ڪن سالن جي اردگرد آهي. هو ناظرين سان مخاطب ٿئي ٿو:)

**تاجل بيوس:** مان جڏهن مال چاريندو هوس، تڏهن مونکي ٻگهڙن، تترن پالڻ جو جنون هو...

(تاجل ڏهن ٻارهن تترن کي داڻو ڪارائي ۽ اُنهن ڏانهن نهاري مرڪي رهيو آهي. تتر بہ منهن مان آواز ڪڍي ڄڻ تاجل جي سڪ جي موٽ ڏيئي رهيا آهن.)

**آواز:** چڙڪ، ڏٻي ۽ ڏٻهڙي ۾ بہ پکي ڦاسائيندو هئس، ٺيڪ ان طرح جيئن نندپڻ ۾ غربت واري زماني ۾ مئڪسم گورڪي وولگا جي جهنگلن مان پکي ڦاسائي وڪڻندو هو. گورڪيءَ ۽ منهنجي جيون ۾ ڪجهہ هڪجهڙايون بہ آهن. گورڪيءَ جو پيءُ گورڪيءَ جي نندپڻ ۾ ئي گذاري ويو هو. منهنجو والد بہ ان وقت گذاري ويو، جڏهن منهنجي عمر اجا اٺ سال کن مس هئي...

(پردي تي گورڪيءَ ۽ تاجل جو ڪلوز- اپ)

**آواز:** گورڪي وولگا جي ڪناري ڌوٻياڻين سان گڏجي ڪپڙا بہ ڌوئيندو هو. خير، ڌوٻياڻين يا ڌوٻين سان گڏجي مون برابر ڪپڙا ڪونہ ڌوتا آهن. پر مون ڌنارن ۽ ٻڪرارن وانگر مال بہ چاريو آهي تہ مزور ٻڻجي ڦٽيون بہ چونڊيون آهن. ڦٽيون چونڊڻ جي مزوري ڪرڻ ۾ منهنجي نندڙيءَ پيڻ بصران خاتون بہ منهنجو ساٿ ڏنو آهي.

**فلئش بئڪ:** (ننڍڙو تاجل ۽ سندس پيڻ بصران خاتون هڪ ٻئي جي سامهون ويٺا آهن. هنن جي وچ ۾ پراڻي پنڊيءَ تي ٻاجهريءَ جي روٽيءَ جا ٽڪرا ۽ ان جي پاسي ۾ وٽو پيو آهي. جنهن ۾ ياڄيءَ جي بدران پاڻيءَ مليل ڪٽيل ڳاڙها مرچ پيا آهن...

(تاجل بيوس جو موجوده آواز پس منظر مان گونجي تو:)

**آواز:** مون غريبي فقط ڏٺي ناهي، فقط پڙهي ناهي، فقط دور کان ڏٺي ناهي بلڪ ان کي ڪافي عرصي تائين ڀوڳيو آهي. مون لاءِ غربت هڪ خيال، هڪ تصور يا هڪ تصوير ناهي بلڪ منهنجي هستيءَ جو، منهنجي وجود جو هڪ حصو آهي. منهنجي جذبات، منهنجي گرم جوشي ۽ منهنجي پنهنجائپ ان غربت جي ئي عطا ڪيل هڪ ناياب سوغات آهي.

(فليش بئڪ ختم. تاجل بيوس جو ڪلوز - اپ. ناظرين سان مخاطب:)

**آواز:** مون ڄاتيي جي پنن سان ٻاجهريءَ جي ماني کاڌي آهي. مون ٻوڙ بدران ڪٽيل مرچن سان،مانيءَ جا سڪل ٽڪرا کاڌا آهن. (ڪٽ)

درشيم - 18

(وائيڊ شاٽ. ڪٽيءَ جو فصل (خريف) لهرائي رهيو آهي. تاجل ۽ سندس پيڻ بصران خاتون مزوريءَ تي ڦٽيون چونڊي رهيا آهن. آس پاس ڪئين ٻيون عورتون به مزوري ڪري رهيون آهن.)

**تاجل:** (پيڻ کي) اجا به ٽڪڙو هٽ هلاءِ. سج لهڻ وارو آهي.

(هڪ ماڻهو قميض ۽ سلوار ۾ لوه جي ڪرسيءَ تي ويٺو آهي. هڪڙو ٻيو ماڻهو ڪانٽي تي ڦٽيون توري رهيو آهي. ڪيتريون ئي عورتون، تاجل ۽ پيڻس قطار ۾ بيٺا آهن.

مزوري وٺڻ کانپوءِ تاجل ۽ سندس پيڻ ٽڪڙا ٽڪڙا گهر طرف ويندا نظر اچن ٿا.)

**تاجل:** مايون سمجهنديون آهن ته اسان ڀاءُ پيڻ سندن ڦٽيون ٿا چورايون.

**بصران:** لڪي لڪي، اکيون ڦوٽاري اسان کي ڏسنديون ڪيئن آهن؟

**تاجل:** ڪين اصل پتو ڪونه پوندو آهي ته آخر اسان روز صبح

جو چئين وڳي ڪيت ۾ چو تا اچي پهچون. (ٻئي ٻاهر نڪرن
تا.)

**بصران:** واه جي چالاڪي آهي. ادا! رات جو... نه نه... صبح
جو سويل چئين بجي ايندا آهيون. جيئن ماڪ ۾ پسيل
ڦتيون اسان کي ملن ۽ ڳوريون هڻي ڪري ٻه پئسا وڌيڪ
ڪمايون... پر ڀاءُ، اِها بي ايماني ته ڪانهي؟

**تاجل:** (ڪجھ سوچيندي) لڳي ته ڪونه ٿي. پر پوري پڪ ڪانهي.

**بصران:** ڪنهن کان پڇون؟

**تاجل:** چري ٿي آهين ڇا؟ پلجي وئينءَ ته اما سائڻ ڇا چيو
هو؟ اها الله سائينءَ جي مهر آهي. اسان پنهنجي هٿن
سان ڦورو ئي ٿا ڪريون؟

**بصران:** ادا! تون ٺيڪ ٿو چوين.

**تاجل:** وري مزوري به ڪهڙي ٿي ملي؟ هڪ مڻ جي چونڊائي
سوا پيو!

(ٻئي ڀاءُ ڀيڻ ڊڪڻ شروع ڪن ٿا.) **(ڪٽ)**

**درشيہ - 19**

پردي تي لکجي ٿو اچي 1951ع.

(ڏڪار جون حالتون. بک ۾ پاه پوندڙ ڳوٺاڻا. بدحاليءَ جون
صورتون بڻيل غريبن جا ڪچا گهر. مايوس ڀاتي. خالي برتڻ.
رستن تي مئل جانور. گهاٽي نم جي وڻ جي هيٺان ويٺل هڪ
مايوس ۽ غمگين اِنسان، جو پاڻ سان ڳالهائي رهيو آهي: 'هندن
جو پارت ڏانهن لڏي وڃڻ ڪري، ڪپڙي جا ڪارخانا بند
ٿي ويا. اسان غريبن جي ڪمائي ئي بند ٿي وئي. ڪارخانن
جي بند ٿيڻ ڪري، ڏڪار اسان کي ماري وڌو آهي....' Pause.
هو ڳائڻ ٿو لڳي:)

**گيت:** ڪَنديءَ لنودو ڪانءِ،
ويندا ڏينهن ڏڪار جا!
ويڻ نه ڏيو وڻجاريون،
اِجهو آيس آنءُ!

ويندا... .... ....

پربو ڪنهن تہ بهار ۾،

ٿر جو خالي ٿانءُ!

ويندا .... .... ....

**درشيہ ـ 20**

(15 کن سالن جو تاجل پنهنجي هم عمر دوست علي نواز سيال سان گڏ ڳوٺ جي ڪچي رستي تان ڪيٽن طرف وڃي رهيو آهي.)

**تاجل:** يار عليَ، تو وٽ ڪجھ پئسا آهن؟

**سيال:** پئسا؟ آهن - آهن. گهڻا کپني؟

**تاجل:** (ڪجھ هٻڪندي) اٺ آنا. اٺ آنا کپن.

**سيال:** (کيسي مان ڪجھ پئسا ڪڍندي) هان وٺ اٺ آنا. ڪجھ وڌيڪ کپني تہ چؤ. مون وٽ اڍائي روپيہ کن پيا آهن....

**تاجل:** (آڏي وٺندي) نہ يار، اٺن آنن جي ئي گهرج آهي... قرض هڪ قسم جو بوجھ آهي. دوست، بوجھ جيترو گهٽ هجي اوترو بهتر... (ٻئي دوست ڪيٽن طرف هلندا وڃن ٿا.)

**آواز:** ٻن ڏينهن کان پوءِ تاجل جڏهن نئين ڳوٺ پناڻي واري پنهنجي دوست علي نواز سيال کي قرض طور ورتل اٺ آنا موٽائڻ جي ڪئي تہ علي نواز اهي اٺ آنا واپس وٺڻ قبول نہ ڪيا.

(تاجل علي نواز کي آڏي ڏيڻ جي ڪري رهيو آهي. پر علي نواز هٿ هلائي بلڪل انڪار رهيو آهي.)

پردي جي هڪ طرف تاجل بيٺو آهي. هڪ تصوير وانگر. سندس عمر 48 سال آهي.

**آواز:** (تاجل جو) سنہ 1986ع ۾ جڏهن مان ڊپٽي سيڪريٽري ٿيو هوس تہ ڪنهن مون کي ٻڌايو تہ منهنجو دوست علي نواز سيال سخت بيمار آهي.

مون ڪجھ زنانا ۽ مرداڻا ڪپڙا پنهنجيءَ گهر واريءَ کي

ڏنا هئا. جيڪا سوزوڪيءَ ۾ چڙهي وٺن گهر وئي هئي ۽ حيات شاه جي پاڻ سائين راڃڻ شاه صوبيديري مان علي نواز سيال جو علاج به ڪرايو هو.... پر افسوس، ڦڪين فرق نہ ڪيو. علاج بي اثر ثابت ٿيو. منهنجو دوست سيال اڳتي هلي جلد ئي لاڏاڻو ڪري ويو.

(پردي تي تاجل جي غمگين حالت ۾ تصوير نمودار ٿئي ٿي.)

آواز: (تاجل جي ئي آواز ۾:) مون کي مرحوم سيال جا پنجٽيهہ سال اڳ ڳوٺ جي ڪچي رستي تي، ڪيٽن جي سامهون ڏنل اٺ آنا اڃا ياد آهن. اُهي اٺ آنا مون کان ڪڏهن بہ نہ وسرندا. اُنهن اٺ آنن آسان ٻن دوستن ۾ هڪ ڳنڍ ٻڌي ڇڏي. اُهي اٺ آنا مون کان ڪڏهن بہ نہ وسرندا. علي نواز سيال مون کان ڪڏهن بہ نہ وسرندو!! (ڪٽ)

درشيہ - 21

(ڪئميرا ديوار سان لڳل ميز تي رکيل ٽن ڪتابن کي ڪور ڪري رهي آهي. اُهي ڪتاب آهن: ديوان غالب، بانگِ درا ۽ شاه جو رسالو. غالب ۽ اقبال جي غزلن جا شعر ۽ شاه جو هڪ ڏوهيڙو پس منظر ۾ گونجي ٿو:)

شعر: (مرداڻي آواز ۾)

هيں اوَر ڀي دنيا ميں سخنور بهت اَڇي،
ڪهتي هيں ڪِ "غالب" ڪا هي اندازِ بيان اوَر!

"اقبال" بڙا اُپديشڪ هي، باتون سي من موه ليتا هي،
گفتار ڪا غازي بن توگيا، ڪردار ڪا غازي بن نہ سڪا!

جي تو بيت ڀانئيا، سي آيتون آهين،
نِيو مَنُ لائينِ، پريان سندي پار ڏي.

(تاجل جو ڪلوز- اپ ۽ ناظرين سان مخاطب)

آواز: (تاجل جو) مان جڏهن انگريزيءَ ۾ پهتس تہ اما سائنٽ سان گڏ حڪيم الهندو جتوئي بہ چڱي خاصي مدد ڪرڻ لڳو. حڪيم صاحب وٽ مان شام جو ڪمپائونڊر طور بہ

ڪم ڪرڻ لڳس. اُستاد آلهندو مونکي ۽ حيات شاه کي لطيف، غالب ۽ اقبال جا ڪلام ۽ ان جون پيچيدگيون به سمجهائيندو هو. شڪار جو شوق اجا به هو. پر هاڻي مان گليلي ڇڏي استاد حڪيم آلهندي جي بندوق سان شڪار ڪرڻ لڳو هوس. سائين حيات شاه ۽ مان هم عمر آهيون.

(ڪئميرا ڪلوز استاد آلهندي جي چهري تي. ڪئميرا جي پل بئڪ ڪرڻ تي اسان ڏسون ٿا ته اوطاق ۾ ڌرتيءَ تي نَڪُ وڇايل آهي، جنهن تي استاد آلهندي جي سامهون تاجل ۽ حيات شاه ويٺا آهن. پاسي ۾ ديوانِ غالب، بانگِ درا ۽ شاه جو رسالو رکيو آهي.)

**اُستاد الهندو:** ابا، شاعريءَ جا گهڻائي ست سلجهاياسي، بيتن تي باتيون ڪيون سي ۽ غزلن جا رنگ ڏٺاسي. ڪيترائي ڏينهن تي ويا آهن جو سري، وچولي ۽ ڪاڇي مريدن ڏانهن ويائي ڪين آهيون. ڏٺيءَ چاهيو ته سڀاڻي اسان ٿيئي مريدن ڏانهن سفر تي نڪرنداسين. **(ڪٽ)**

**درشيہ ـ 22**

(ڪئميرا ڪلوز ديوار تي ٽنگيل هڪ فوٽو گراف تي. اُن تصوير ۾ 23 کن سالن جو نؤجوان تاجل ماستر جي روپ ۾ بورڊ جي اڳيان بيٺو آهي ۽ هن جي سامهون شاگرد بئنچن تي ويٺا آهن.)

**آواز:** (تاجل جو) سنہ 1959ع ۾ مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪرڻ کان پوءِ مان جڏهن انگريزي ماستر ٿيو هوس ته اِسڪول کان موٽندي مريضن کي سيون هڻندو ايندو هوس. تنهن کانسواءِ ڪن زميندارن جي ٻارن کي شام جو ٽيوشن به ڏيندو هوس. جڏهن ٻاريون ڪڇنديون هيون ته وڏيرا اَنَ جون ڳوٽيون موڪلي ڏيندا هئا.

(نؤجوان تاجل بيٺو آهي. سندس پريان اُن جُون ڪجھ ڳوٽيون پيون آهن.)

**تاجل:** خدا وڏو ڪار ساز آهي. رحيم آهي، ڪريم آهي، فاضل

آهي، انصاف پسند عادل آهي. جنهن کي جيڪو کپي، اُن کي اهو ميسر ڪري ٿو ڏئي. جن کي علم کپي ٿن وٽ علم ٿو موڪلي. جن کي اَنُ کپي ٿن وٽ اَنُ ٿو موڪلي. پوءِ به شاهه صاحب چيو آهي:

عدل ڇڏيان نه آءٌ، ڪو ڦيرو ڪج فضل جو!

(فلئش بئڪ ختم) **(ڪٽ)**

**درشيهه - 23 جگديش للچاڻيءَ جو گهر/ الهاسنگر/ رات**

(ڪئميرا ديوار کي ڪور ڪري رهي آهي. جنهن تي ڪجهه پاڇا نظر اچي رهيا آهن. ڪئميرا جي پل بئڪ ڪرڻ تي اسان ڏسون ٿا ته تاجل بيوس، جگديش، هيرو ٺڪر ۽ بلديو مٽلاڻي اُٿي بيٺا آهن ۽ وڃڻ جي تياري ڪري رهيا آهن.

**بلديو مٽلاڻي:** مان ڪجهه دير سان پهتس، ان لاءِ معافيءَ جو طلبگار آهيان. رات جا به وڄي چڪا آهن. هاڻي جگديش اسان کي موڪل ڏي. تاجل رات مون وٽ رهندو.

**جگديش للچاڻي:** ٺيڪ آهي. هلو! هيٺ تائين به قدم ته ڇڏي اچانوَ.

(سڀ هال مان نڪري لفٽ طرف وڃن ٿا.) **(ڪٽ)**

**درشيهه - 24 بلديو مٽلاڻيءَ جو فلئٽ/ الهاسنگر**

(لانگ شاٽ. فلئٽ جي هال ۾ ڊائينگ ٽيبل پئي آهي. جنهن جي چوگرد ڪرسيون پيل آهن؛ جن تي تاجل بيوس، هيرو ٺڪر، مٽلاڻي پائر نيرن ڪري رهيا آهن.

**بلديو مٽلاڻي:** ادا تاجل! پنهنجي لکڻ بابت ڪجهه ٻڌايو.

**تاجل بيوس:** مون لکڻ شروع ڪيو ته بند نه ٿيو. مان هر وقت لکندو رهان ٿو. منهنجون تحريرون ۽ تخليقون ڪنهن ڳجهيءَ طاقت وٽان مون تي نازل ڪين ٿينديون آهن. مان لطيف سائينءَ جي اُمي هئڻ ۽ شاعريءَ ۾ الهام ٿيڻ جو قائل نه آهيان. شاعري، مشاهدي، مطالعي ۽ تجربي جي عرق ريزي آهي. لطيف، پڙهيل ڳڙهيل هو. مولانا روميءَ جي مثنوي ۽ سندس ٽڙ ڏاڏي شاهه ڪريم بلڙيءَ واري جو رسالو هميشه ساڻ هوندا هئس. لطيف جو به چيو، اهو

سندس شعوري فڪر جو ئي سِلو ۽ نتيجو آهي.
(ڪجھ دير خاموشي)

**تاجل بيوس:** ساڳيءَ طرح مان به جيڪي ڪجھ لکندو آهيان، اُهو به شعوري طور داخلي ۽ خار جي وارداتنِ جو نتيجو آهي. ڪرسي ميز تي لکڻ بدران هيٺ پٽ تي ويهي لکڻ ۾ مونکي ذهني سڪون ملندو آهي.

**هيرو ٺڪر:** توکي شعر چوڻ لاءِ انسپائريشن ڪيئن ملندي آهي؟ پيالي مان يا رڳو سڪل ڪلپنائن مان؟

**تاجل بيوس:** (هلڪو کلندي) واه! سڪل ڪلپنائون! تصور ۽ ڪلپنا جي مٽي تي سنو تاج رکيو اٿئي. آدا! سچ پڇين ته ڪجھ پيئندي ۽ پياريندي لکڻ تي هريل آهيان. جيئن وسڪاري ڪانپوءِ گل ڦل ڌوپجي صاف ۽ سهڻا لڳندا آهن، تيئن ئي سوم رس ۽ آبِ حيات جا قطرا جڏهن جسم ۾ داخل ٿيندا آهن ته هر تحرير ۾ روح ڦوڪيل لڳندو آهي. هر تحرير ڦليليءَ جي ڪپ تي انب جي لٽڪندڙ لام لڳندي آهي.

**هيرو ٺڪر:** واه! تاجل، واه! تو ته سنڌ جون سڪون الائي لاٿيون، الائي جاڳايون.

**منوهر مٿلاڻي:** لاٿيون به، جاڳايون به. وري جاڳايون به ۽ لاٿيون به....

**تاجل بيوس:** اوهان اندلٺ وارا رنگ به ڏٺا آهن ۽ مينديءَ جي مهڪار به محسوس ڪندا آهيو. مان چا ٻڌايان ته اُها ڪويتا جي روپ راڻي کهڙو سندر جوبن وٺي مون وٽ ايندي آهي! هوءَ جڏهن به ايندي آهي ته مان محسوس ڪندو آهيان ته هُن سڄيءَ ڪائنات جي سونهن سان، گلن ۽ غنچن جو روپ وٺي، مون کي وڻ - ويڙهيءَ وانگر وڪوڙي ڇڏيو آهي ۽ منهنجي انگ انگ ۾ ذڪر جي هير ۽ سڳنڌ ڀري ڇڏي آهي.
(ڪجھ دير خاموشي)

**تاجل بيوس:** مون وٽ سنسڪرت جي مهان ڪوي ڀرتري هريءَ جي خوابن جون دوشيزائون پهچي وينديون آهن، جيڪي

منهنجي چوڏاري جهمريون پائي ۽ ڳيچ ڳائي مون کان
اجا به ڳهڻو ڪي لڪائي ويندڀون آهن....

**هيرو نڪر:** پرتري هريءَ جي خوابن جون دوشيزائون، تو وٽ
تاجل، عريان ايندڀون آهن يا بدن تي ڪجھ ڪپڙا به
پيا به هوندا اٿن؟

**تاجل بيوس:** (ڪجھ حيرت مان) هيرا يار، هي تون ڪهڙي
قسم جو سوال پڇي رهيو آهين؟

**هيرو نڪر:** تاجل، توکي شايد پرتري هريءَ جي جيون جي
پوري خبر ڪونہ آهي. هو راجا هو. ڪوي هو. شرنگاري
ڪوي يعني ڪام ڪي ڇهندڙ پريم ڪوتائون لکندو هو.
شرنگار- رس جون ڪوتائون لکڻ وقت پنهنجي سامهون
بلڪل ننگيون استريون وهاري ڇڏيندو هو. جيئن سندس
جسم ۾ آيل گرمي، ڪوتائن ۾ ڪامنائن جو جوش ۽ جولان
پري ڇڏي! پر هن جي نصيب ۾ ٻيا ناٽڪ به لکيل ها.

**تاجل بيوس:** ڪيئن ڇا ٿيو؟

**هيرو نڪر:** عيش جي رنگينين ۾ ڪوهيل پرتري هريءَ کي
هڪ رات وڏو ڌڌڪو لڳو؛ جڏهن هن پنهنجي ئي راڻيءَ
پنگلا کي گهوڙن جي سنڀال ڪندڙ سئيس سان بستري ۾
ڪام جو کيل ٿيندي ڏٺو.

**تاجل بيوس:** اوه! پوءِ؟

**هيرو نڪر:** راجا پرتري هريءَ کي سنسار مان ويراڳ اچي
ويو. راڄ ڀاڳ، محل ماڙيون سڀ ڇڏي وڃي سنياسي ٿيو.
ان عرصي ۾ ئي هن به ٻيا شتڪ لکيا.

**تاجل:** به ٻيا شتڪ لکيا؟ تہ پهريون پستڪ ڪهڙو لکيائين؟

**هيرو نڪر:** شرنگار شتڪ يعني ڪام ۽ پريم سان پرپور سؤ
ڪوتائون. (تاجل ساڃي ڪان ڪاٻي ڪنڌ ڌوڻ ڪري ٿو.)

**هيرو نڪر:** ويراڳ ورتي جاڳڻ کان پوءِ هن ٻيو پستڪ لکيو
ويراڳ شتڪ، جنهن ۾ سنسار جي ڪوڙ، فريب ۽ دولاب
جو گهرائيءَ سان بيان ڪيائين. ٽيون پستڪ لکيائين نيتي
شتڪ، جنهن ۾ سنسار ۾ ڪهڙي نيتي اختيار ڪري هلڃي
اُن تي پنهنجي علم سان پربل ويچار ظاهر ڪيائين.

**تاجل بيوس:** منهنجي خوابن ۾ راجا پرتري هريءَ جون دوشيزائون سڪ، پيار، حب، صدق ۽ وشواس جا ڪپڙا پائي معصوميت جي تصوير بڻجي اينديون آهن.

**ٻلديو مٽلاڻي:** واه، سائين! توهان جو ته جواب به شاعراڻو آهي. انتهائي عجيب ۽ عالماڻو!

**هيرو نڪر:** آخر به ته تاجل آهي. اظهار جو تاج، فن ۽ فڪر جو تاج.

**تاجل بيوس:** مون بندي جي ايڏي ساراه نه ڪريو، جو ان بوجهه جي هيٺان دٻجي پيسجي وڃان.

**هيرو نڪر:** تاجل، اِها ڪُوڙي تعريف ناهي. اِها سچائي آهي. جنهن کي ڪليو ڪلايو قبول ڪرڻ ۾ اسان کي هٻڪ نه هئڻ گهرجي.

**تاجل بيوس:** مان جڏهن به دنيا تي نظر وجهندو آهيان ته اِئين لڳندو آهي ڄڻ پهريون دفعو دنيا کي ڏسي رهيو آهيان. اول ڪجهه به ڪونه ڏٺو اٿم. ٺيڪ ان طرح مان جڏهن به لکندو آهيان ته اِئين محسوس ٿيندو آهي ڄڻ پهريون دفعو پيو لکان. اڳ ڪجهه به نه لکيو اٿم، ڄڻ هاڻي، بلڪل هاڻي لکڻ جي شروعات ڪري رهيو آهيان.

**ٻلديو مٽلاڻي:** ادا! توهان پاڻ کي ڪهڙو زماني جو شاعر محسوس ڪريو ٿا؟ ماضيءَ جو، حال جو يا مستقبل جو.

**تاجل بيوس:** سچ پڇو ته مان پاڻ کي ٽنهي زمانن جو شاعر سمجهندو آهيان. حقيقت ۾ وقت به فن وانگر هڪ لنبي ليڪ آهي. اسان خود پنهنجي سهوليت خاطر ان ليڪ کي ٽن حصن ۾ ورهائي ڇڏيو آهي.

**پريم مٽلاڻي:** تاجل، تنهنجا اِهي خيال هندن جي پراچين فلسفي سان ميل ڪائي ٿا اچن. انسان جيترو اونچو اُٿندو، اوترو هن جي اڳيان وقت جي يڪسوئي ظاهر ٿيندي ويندي.

**تاجل بيوس:** پريم، ان خيال کي ذرا وڌيڪ واضح ڪر.

**پريم مٽلاڻي:** ارجن، ڀيشم پتامھ تي تير نه ٿي هلايا ڇو ته

هوُ ارجن جو گرو هو. اُن تي ڪرشن کيس سمجهايو تہ
تو هن شرير کي فقط پنهنجي گرو ڀيشم پتامه جي روپ
۾ ڏٺو آهي. اِن لاءِ رشتي جي موہ جي ڄار ۾ ڦاسي ويو
آهين. پر هن جي آتما ڪئين شرير بدليا آهن ۽ آئينده
بہ بدليندي رهندي. اِن لاءِ هڪ جنم جي رشتي جي موہ
۾ ڦاسڻ ئي اگيان آهي. اگيان تياڳ ۽ نشانو ڇُٽ!

**تاجل بيوس:** واہ! جواب ناهي ان فلسفي جو! ان دليلَ جي
آڌار تي تہ اِنسان ڪجھ بہ ڪري سگهي ٿو.

**پريم منلاڻي:** تاجل، هندو ڪرشن کي ئي پورڻ اوتار مڃيندا
آهن ايتري قدر جو رام کي بہ پورڻ اوتار ڪونہ مڃيو
ويو آهي.

**تاجل بيوس:** اُن جو سبب؟

**پريم منلاڻي:** رام مرياداڻن جي بندشن ۾ قائل رهيو، پر ڪرشن
هر بندشن کان مٿي رهيو، ان ڪري.

**هيرو ٺڪر:** تاجل، تون پاڻ کي ٿنهي زمانن جو تخليقڪار
ڪيئن ٿو سمجهين، ان جي ڪجھ وضاحت ڪر.

**بيوس تاجل:** مون لاءِ ماضي هڪ آئيني مثل آهي. جنهن ۾
اسان تاريخي، ادبي، سماجي ۽ زميني ورثي جا عڪس
۽ اولڙا ڏسي سگهندا آهيون. ڪوبہ فنڪار، قلمڪار حال
کي نظر انداز نہ ٿو ڪري سگهي. ان ڪري مان ويهين
صديءَ جي وڏي ۾ وڏي غير فطري ورهاڱي واري حادثي
تي بہ لکندو رهيو آهيان. مون کي ڄاڻ آهي تہ سياست
جو سهارو وٺي، مذهب جو ڍونگ رچائي، ڌرتي ڄاين کي
وڻ وانگر پاڙئون پٽي سرحدن جي پار اڇلايو ويو هو ۽ پوءِ
شاہ، سچل ۽ ساميءَ جي ڪلام کي باہ وڪوڙي وئي هئي
۽ سنڌ ماتا جي ڇاتيءَ مان ڪير ڦڙا ڳڙي، سنڌوءَ جي
وهڪري سان دئارڪا، سيتا سنڌو پون ۽ اُلهاس نگر روانا
ٿيا هئا.

ادا! مستقبل ۾ مان نہ هوندس. موت کان پوءِ واري مستقبل
۾ جسماني طور مان برابر ڪونہ هوندس، پر مون کانپوءِ ايندڙ

نسل به لکندو رهندو؛ جنهن جو قلم تلوار کان به تيز هوندو ۽ وقت جي عوام - دشمن ۽ ظالم حاڪمن جي قلعن ۽ بُرجن ۾ ڏار وِجهي ڇڏيندو.

ادا! انسان جي فطرت رهي آهي ته هن خود غرضيءَ جي اونده ۾ سياٽپ جي آواز کي ڪڏهن نه ٻڌو آهي ۽ نه ڏنو آهي.

ٽالپر حاڪمن کان انگريزن جڏهن سنڌوءَ ۾ ٻيڙيون هلائڻ جي اجازت گهري ته اهو سڀ ڪجهه سندن بهانو هو. حقيقت ۾ انگريزن کي سنڌو درياه جي فوجي اهميت ڏسڻي هئي، ڇاڪاڻ ته کين سنڌ تي حملو ڪري، سنڌ هٿ ڪرڻي هئي. اُن وقت ٺٽي جي هڪ سنڌيءَ رڙ ڪري چيو هو:

'ابوءِ، سنڌ سنڌين کان وئي!' ڪنهن ڏنو اُن رڙ، اُن چيخ ڏانهن ڌيان؟ ڇا اُن وقت سُڄاڻ سنڌي، ڇاڻو، عالم، فاضل هئا ئي ڪونه؟ ادا، انسان ذات ان طرح بازيون هارايون آهن.

**آخرين درشيه - 43 (الف)**

(ميڊيم شاٽ، 8 کن سالن جو تاجل هنڊوريءَ ۾ لڏي رهيو آهي. ڪئميرا جي پل بئڪ ڪرڻ تي اسان ڏسون ٿا ته تاجل جي ماءُ پناه خاتون ڪچي پٽَ تي ويٺي آهي ۽ تاجل جو پينگهو لوڏي رهي آهي.)

**پناه خاتون:** (لولي ڏيندي - ترنم ۾) منهنجو سڪليڊو پٽڙو
تاجل ڪلي ڪائي مکڻ جي ڏکي ... منهنجو تاجل وڏي
عمر ماڻيندو سدائين. سکن جي پينگهن ۾ جهولندو. منهنجو
تاجل ممبئيءَ ويندو. پنهنجن پيترن لاءِ گيگم جا جَورا
آڻيندو ... تاجل ماءُ لاءِ سرها قوتا ۽ لونگ آڻيندو.

(پناه خاتون پينگهو لوڏيندي رهي ٿي. پينگهو لڏندو رهي ٿو. تاجل جو ڪلوز اپ.) **(ڪٽ)**

**درشيه- (ب)**

(آڪاش ۾ بادلن جي گجگوڙ. بهار جو درشيه ۽ ان بعد پتن جو ڇٽڇڻ - آواز جا گهوگهاٽ.)

(ڪئميرا تاجل جي ڇهري وٽان پل بئڪ ڪري ٿي. اسان

ڏسون ٿا تہ غمگين تاجل پنهنجي ماءُ جي قبر جي پرسان بيٺو آهي ۽ اشڪ آلوده نظرن سان اُن ڏانهن نهاري رهيو آهي. تاجل جي عمر 52 سال آهي ۽ بدن تي اڇي رنگ جي قميص ۽ اڇي رنگ جي سلوار پيئي آتس.)

**تاجل بيوس:** (پريل گلي سان) اَما سائڻ! مون کي پينگهي ۾ ڏنل تنهنجي دعا پري لوليءَ بمبئيءَ پڄايو. اها تنهنجي دُعا ئي هئي جنهن ڪري مان اُتي پنهنجن ڌرتيءَ ڄاين سان مليس ۽ شاه لطيف جي شارح ۽ عاشق مانواري ڪلياڻ آڏوانيءَ جو درشن بہ ڪيم ۽ سندس هٿ چمڻ جو فيض ماڻيو.

(هڪ ٻہ سڏڪو نڪري وڃيس ٿو.)

**تاجل بيوس:** اَما سائڻ! تنهنجيءَ دعا موجب مون پينرن لاءِ جورا بہ آندا ۽ تنهنجي لاءِ سرها ڦوٽا ۽ لونگ بہ آندم... پر... سرهن ڦوٽن ۽ لونگن وٺڻ واري او منهنجي منڙي امڙ!.....

(هو بمبئيءَ مان آندل سرها ڦوٽا ۽ لونگ اما سائڻ کي امانت جيان واپس ڪندي، سندس قبر تي رکي ٿو ۽ سڏڪا پرڻ لڳي ٿو. ڪئميرا پوئتي هلي وڃي ٿي. وائيڊ اسڪرين تي پورو قبرستان ۽ بلڪل خاموشي.)






VEENA PUBLICATION

# DUR BI ODA SUPRIN

BY MANOHAR BEDI &
JAGDISH LACHHANI



MANOHAR BEDI - JAGDISH LACHHANI